# ذريعة الوصول

الى

# جناب الرسول ﷺ

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رح

مترجم: مولوي رفيع الدين چنو

مهراڻ اڪيڊمي

توٽي گڏئين گنگائون، هزار ڪرين هر نام،

بنا محمد ﷺ ڄام، ڪنڌي نہ لهندين ڪٿئين.

( شاهہ )



# ذُرِيعَۃُ الوُصُولُ

# اِلىٰ

# جَنَابِ الرَّسُولُ صلى الله عليه وسلم

## ١٨٦ درود شريف ۽ انهن جون برڪتون

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحہ

مترجم: مولوي رفيع الدين چنہ

مهراڻ اڪيڊمي




ڇپائيندڙ : قمر ميمڻ

بزائنر ۽ نگراني : خالد سيف الله ڀٽي

ڪمپوزنگ : عزت الرحمان ارشاد گڏاڻي

ڇاپو پهريون : مارچ 1998ع

**ڇاپو ٻيو** : مارچ 1998ع

تعداد : 1000

**قيمت =/40 رپيا**

**ملڻ جو هنڌ**

**برانچ آفيس: مهراڻ اڪيڊمي واڳڻودر شڪارپور**

**سنڌ جا سمورا ڪتاب گهر**

# ستاءُ

# پنهنجي پاران

الله تبارڪ وتعاليٰ جا ڪوڙين ڪرم جنهن اسانکي اها توفيق بخشي جو اسين سنڌ جي عظيم عالم، محدث ۽ مجاهد حضرت علامہ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليه جي مرتب ڪيل گرانقدر ڪتاب ”ذريعة الوصول الیٰ جناب الرسول ﷺ“ جو سنڌي ترجمو ڇاپائڻ جي سعادت ماڻي رهيا آهيون.

هي ڪتاب مخدوم صاحب فارسيءَ ۾ لکيو. جتان پوءِ اردو ۽ سنڌي ۾ ترجمو ڪيو ويو. هن ڪتاب ۾ ٻنهي جهانن جي رحمت، ڪائنات جي ڪارڻي، حضرت محمد ڪريم ﷺ تي موڪليل درود ۽ صلواتون گڏ ڪيون ويون آهن.

اهي درود ۽ صلواتون جملي ١٨٦ آهن. جيڪي پاڻ ڪريم ﷺ صحابہ ڪرام، تابعين، تبع تابعين، بزرگن ۽ قدماءَ کان منقول آهن.

پاڻ ڪريم ﷺ انسانذات جا عظيم محسن آهن، جن ساري انسانذات کي هدايت جي نور سان منور فرمايو. هر مسلمان مٿان اهڙي محسنِ اعظم ﷺ ——— تي هر وقت صلاة ۽ درود موڪلڻ، ايمان جي علامت آهي.

الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمايو:

إِنَّ اللهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَى النَّبِيِّ ؕ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا. (الاحزاب: ٥٦)

هن عظيم ڪتاب جو ترجمو اسانجي نوجوان عالم ۽ اڀرندڙ اديب مولوي رفيع الدين چنو صاحب ڪيو آهي، اسانجي دوستن پروفيسر امام بخش شمس ۽ انجنيئر عبدالمالڪ مسودي تي عالمانہ نظر وڌي ۽ ڪٿي ڪٿي ٻوليءَ کي سڌاريو ۽ سنواريو اٿن. مان فاضل مترجم ۽ نظر ثاني ڪندڙ دوستن جو مشڪور آهيان، جن هن ڀلاري ۽ بابرڪت ڪم ۾ هٿ ونڊايو.

ازانسواءِ جن دوستن ڪتاب جي ڇپائيءَ ۾ مالي سهڪار ڪيو تن ۾ محترم سيد آفتاب احمد شاہ، محترم حاجي عبد القيوم شيخ، محترم قاضي ظهور احمد، محترم غلام مصطفيٰ ٽنيو، محترم طارق احمد ميمڻ، ۽ محترم جميل احمد شيخ جا نالا ذڪر لائق آهن. مان انهن مهربانن جو بہ ٿورائتو آهيان. شال الله تعاليٰ مڙني جو پورهيو قبول فرمائي ۽ هن ڪتاب کي اسان جي اخروي نجات جو ذريعو بنائي.

**قمر ميمڻ**

سيڪريٽري

بسم الله الرحمن الرحيم

سُبْحَانَكَ لَا عِلْمَ لَنَا إِلَّا مَا عَلَّمْتَنَا إِنَّكَ أَنْتَ الْعَلِيْمُ الْحَكِيْمُ وَلَا حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ إِلَّا بِاللهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمِ. اَلْحَمْدُ لِلهِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ حَمْدَ الشَّاكِرِيْنَ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى رَسُوْلِهٖ مُحَمَّدٍ سَيِّدِ الْأَوَّلِيْنَ وَالْآخِرِيْنَ وَعَلٰى آلِهٖ وَأَصْحَابِهٖ الطَّيِّبِيْنَ الطَّاهِرِيْنَ وَ أَهْلِ بَيْتِهٖ وَأَزْوَاجِهٖ أُمَّهَاتِ الْمُؤْمِنِيْنَ وَعِتْرَتِهٖ وَ اَنْصَارِهٖ وَأَشْيَاعِهٖ أَجْمَعِيْنَ.

اما بعد:

كمزور ٻانهو، طاقتور بادشاهہ جي رحمت جو اميدوار محمد هاشم بن مرحوم عبدالغفور سنڌي (شال رب كريم متن رحمت فرمائي) عرض كري ٿو تہ هي هڪ مختصر

ڪتاب آهي، جنهن ۾ درود شريف جا اهي ماثور لفظ ۽ ڪيفيتون بيان ڪيون وڃن ٿيون، جيڪي حضور صلى الله عليه وسلم جي مرفوع حديثن ۾ آيل آهن ۽ پڻ اصحابن ۽ تابعين (رضى الله عنهم ورضوٗ عنه اجمعين) جي قولن ۾ آيل آهن ۽ ان ۾ ڪجهه اهي ڪيفيتون به بيان ڪيون وينديون، جيڪي ضعيف حديثن ۾ آيل آهن، ڇو ته فضائل اعمال ۾ ضعيف، مرسل، منقطع ۽ معضل حديث تي به عمل ڪيو ويندو آهي، جيئن جو شيخ ابن حجر مڪي رحمة الله عليه فتاوىٰ حديثيه ۾ ان جي وضاحت فرمائي آهي.

هن ڪتاب جو آغاز ٢ رجب ١١٣٣هه اربع جي ڏينهن ٿيو ۽ ڪجهه رڪاوٽن جي باوجود انهيءَ مهيني جي ١٧- تاريخ ان جي تاليف کان واندڪائي ٿي ۽ ان جو نالو " ذريعة الوصول الىٰ جناب الرسول صلى الله عليه وسلم" رکيو ويو. (ان ۾ درود شريف جون ڪجهه اهي ڪيفيتون بيان ڪيون ويون آهن، جيڪي سيني حالتن لاءِ آهن ۽ ڪجهه اهي ڪيفيتون آهن،جيڪي خاص وقتن لاءِ مخصوص آهن) هن ڪتاب ۾ پنج فصل آهن.

پهريون فصل انهن ڪيفيتن جي باري ۾ آهي، جيڪي سيدالانام عليه و علىٰ آله وصحبه افضل والصلاة واشرف السلام کان منقول (بيان ٿيل) آهن، ۽ ان جي پڇاڙيءَ ۾ درود شريف جون اهي ڪيفيتون ڇاٽايل آهن، جيڪي اهڙين حديثن ۾ آيل آهن؛ جن تي ڪجهه محدثن موضوع يعني من گهڙت هئڻ جو حڪم لڳايو آهي.

ٻيو فصل انهن ڪيفيتن جي باري ۾ آهي، جيڪي حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم کان خواب ذريعي بيان ٿيل آهن يا خواب ۾ حضور ڪريم ﷺ جي خدمت ۾ پيش ڪيون ويون.

ٽيون فصل انهن لفظن ۽ ڪيفيتن جي بيان ۾ آهي، جيڪي صحابه رضه ۽ تابعين رحمهم الله تعالىٰ کان منقول (بيان ٿيل) آهن.

چوٿون فصل انهن لفظن ۽ ڪيفيتن جي بيان ۾ آهي، جيڪي صحابه

رضی الله‌عنهن ۽ تابعين رحہ کان علاوه ٻين عالمن ۽ صالح بزرگن کان منقول آهن.

پنجون فصل انهن جي بيان ۾ آهي تہ درود شريف جا ڪهڙا لفظ سڀ کان افضل آهن، ۽ ان ۾ عالمن جو اختلاف.......

معلوم هئڻ گهرجي تہ، اڳين عالمن جي هڪ وڏي جماعت ان موضوع تي ڪتاب لکيا آهن، جنهن ۾ ماثوره حديثن کي جمع ڪيو آهي، انهن مان ڪجهہ بزرگن جا نالا هيٺيان آهن:

١. علامہ فهامہ قاضي اسماعيل
٢. علامہ ابوبکر بن ابي عاصم بنبلي
٣. ابو عبدالله نميري مالڪي -جنهن پنهنجي ڪتاب جو نالو "ڪتاب الاعلام بفضل الصلوٰة على النبى عليه الصلوٰة والسلام" رکيو.
۴. حافظ ابو القاسم بن بشڪوال هڪ ڪتابڙو لکيو، جنهن جو نالو هي رکيائين "ڪتاب القربت الیٰ رب العالمين بالصلوٰة عليٰ محمد سيد المرسلين صليٰ الله عليه وعليٰ آلہٖ وصحبہٖ اجمعين."
۵. حافظ ابو عبدالله ضياء مقدسي، صاحب مختاره
٦. حافظ ابو موسيٰ مديني
٧. حافظ ابو الشيخ ابن حبان
٨. علامہ ابو الحسين فارس لغوي
٩. حافظ ابو احمد دمياطي نسابه، جنهن جي ڪتاب جو نالو آهي: "ڪشف الغمة بالصلوٰة عليٰ نبى الرحمة صليٰ الله عليه وسلمر"
١٠. حافظ ابو الفتح ابن سيد الناس يعمري
١١. حافظ محب الدين طبري
١٢. علامہ ابو محمد جبر بن محمد بن جبر بن هشام قرطبي، ابن بشڪوال جو شاگرد آهي.
١٣. علامہ ابن القيم حنبلي، جنهن پنهنجي ڪتاب جو نالو "جلاء الا فهام بصلوٰة النبي عليه الصلوٰة والسلام" رکيو.
١۴. علامہ تاج الدين ابو حفص عمر بن علي فاڪهاني مالڪي جنهن

جي ڪتاب جوُ نالو آهي : "ڪتاب الفجر المنير في الصلوٰة على البشير النذير صلي الله عليه وسلم."

١٥. علامہ ابو القاسم بن احمد بن ابي القاسم تونسي مالڪي، ان جي ڪتاب جو نالو آهي "فضل التسليم على النبي الڪريم ﷺ."

١٦. حافظ ابو العباس احمد بن معد بن عيسيٰ اندلسي اقليسي، جنهن پنهنجي ڪتاب جو نالو رکيو: "انوار الآثار المختصة بفضل الصلوٰ ة علي النبي المختار ﷺ"

١٧. علامہ شهاب الدين بن ابي حجلہ حنفي، جنهن پنهنجي ڪتاب جو نالو "دفع النقمة فى الصلوٰة عليٰ نبي الرحمة صلي الله عليه وسلم" رکيو.

١٨. شيخ مجدالدين فيروز آبادي، صاحب قاموس، جنهن پنهنجي ڪتاب جو نالو رکيو:

"ڪتاب الصلوٰة والبشر فى الصلوٰة عليٰ سيد البشر ﷺ"

١٩. شيخ ابو عبدالله محمد بن موسيٰ بن نعمان، جنهن پنهنجي رسالي جو نالو رکيو "الفوائد المدنيه فى الصلوٰة عليٰ خير البريه ﷺ"

٢٠. حافظ شمس الدين سخاوي جيڪو علامہ قسطلاني مصنف "مواهب لدنيہ" جو استاد آهي، جنهن پنهنجي ڪتاب جو نالو رکيو :

"القول البديع فى الصلوٰة على الحبيب الشفيع ﷺ"

ان ڪانسواءِ ٻيا ڪتاب بہ آهن، جيڪي ان موضوع تي لکيا ويا آهن، پر هي ڪتاب انهن ڪتابن ڪان مختصر طور منتخب ڪيو ويو، ان مان گهڻن ڪتابن مان سڌو سنئون نقل ڪيو ويو ۽ ڪجهہ ڪتابن مان اڻ سڌي طرح ۽ هن ڪتاب ۾ صرف درود شريف جي لفظن ۽ ڪيفيتن کي نقل ڪرڻ ڪي ڪافي ڄاتو ويو، ان ۾ درود شريف جي فضيلتن، معنائن ۽ ٻين لاڳاپيل فائدن ڪي عاشقن جي آساني ۽ سالڪن جي سهولت خاطر ڇڏيو ويو.

والله تعالىٰ هو الموفق والمعين ـ وبہ نستعين.

# پھربون فصل

انهن ڪيفيتن يعني درود جي نمونن جي بيان ۾ جيڪي سيد الانام عليه وعلىٰ آله وصحبه افضل الصلوٰة والسلام کان منقول آهن ۽ هي ڪل ٥٣ ڪيفيتون آهن:

١. صحيح بخاري ۾ حضرت عبدالرحمٰن بن ابي ليلىٰ کان روايت آهي تہ حضرت ڪعب بن عجره رضى الله تعاليٰ عنه سان منهنجي ملاقات ٿي. مون کي فرمايائين تہ ڇا مان توکي هڪ تحفو ڏيان؟ هڪ ڏينهن رسول الله صلى الله عليه وسلم اسان وٽ آيا. اسان عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اسين اهو ڄاڻون ٿا تہ اوهان تي ڪهڙن لفظن ۾ سلام موڪليون، يعني لفظ "السلام عليڪ ايها النبي ورحمة الله و برڪاته" جيڪي تشهد ۾ آيل آهن، پر اوهان تي درود شريف ڪهڙيءَ طرح موڪليون؟

پاڻ ڪريم صلى الله عليه وسلم فرمايو تہ هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ. اَللّٰهُمَّ بَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ.

"اي الله ! رحمت نازل فرماءِ، حضرت محمد صلى الله عليه وسلم تي ۽ سندس آل تي، جيئن تو رحمت نازل فرمائي، حضرت ابراهيم عليه السلام تي ۽ سندس آل تي، بي شڪ تون ساراهيل ۽ بزرگ آهين.

اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي اهڙي طرح برڪتون نازل فرماءِ، جهڙي طرح تو ابراهيم عليہ السلام ۽ آل ابراهيم تي برڪتون نازل فرمايون، بيشڪ تون ساراهيل ۽ وڏي عزت وارو آهين.“

(ف) شيخ علي قاري رحمة الله عليہ حصن حصين جي شرح ۾ مٿيان لفظ نقل ڪرڻ ڪان پوءِ لکي ٿو تہ ”درود شريف جا اهي لفظ سڀ ڪان صحيح ۽ سڀ ڪان افضل ۽ اڪمل آهن، پوءِ نماز ۾ ۽ نماز ڪان ٻاهر انهن جي پابندي ڪرڻ گهرجي.“

٢. طبراني اهڙي سَندَ سان، جنهن جا راوي ثقہ آهن، حضرت ڪعب بن عجره رضي الله تعاليٰ عنه ڪان مٿين حديث جهڙي روايت نقل ڪئي آهي، جنهن جا لفظ هي آهن تہ حضور صلي الله عليه وسلم فرمايو تہ هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ، وَ صَلِّ عَلَيْنَا مَعَهُمْ، اَللّٰهُمَّ بَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ، وَبَارِكْ عَلَيْنَا مَعَهُمْ.

”اي الله ! محمد صلي الله عليه وسلم ۽ سندس آل تي رحمت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم عليہ السلام ۽ آل ابراهيم عہ تي رحمت نازل فرمائي، ۽ انهن سان گڏ اسان تي بہ رحمت نازل فرماءِ. اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي برڪت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم ۽ آل ابراهيم عليہ السلام تي برڪت نازل فرمائي ۽ انهن سان گڏ اسان تي بہ برڪت نازل فرماءِ.“

٣. امام شافعي رحمة الله عليه ڪتاب الام ۾ ۽ امام بيهقي رحمه

الله تعالیٰ سنن ڪبریٰ ۾ عبدالرحمن بن ابي ليلیٰ جي روايت سان حضرت ڪعب بن عجره رضی الله عنہ کان روايت ڪئي آهي تہ، حضور صلی الله عليه وسلم نماز ۾ هي درود شريف پڙهندا هئا:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَاٰلِ اِبْرَاهِيْمَ وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَاٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ.

"اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تو ابراهيم عليہ السلام ۽ آل ابراهيم تي رحمت نازل فرمائي ۽ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي برڪت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم ۽ آل ابراهيم تي برڪت نازل فرمائي، بيشڪ تون ساراهيل ۽ وڏي شان وارو آهين."

علامہ ابن علان بڪري شرح اذڪار نووي ۾ لکي ٿو تہ هن حديث کي ابو عوانہ بہ روايت ڪيو آهي ۽ ان ۾ هي واڌارو ڪيو اٿائين تہ، "حضور صلی الله عليه وسلم جن هي درود شريف آخري تشهد ۾ پڙهندا هئا."

۴. صحيح مسلم ۾ حضرت ابو مسعود انصاري بدري رضي الله عنه کان (جنهن جو نالو عقبه رضہ بن عَمَرو آهي) روايت آهي تہ، اسان وٽ حضور ﷺ جن تشريف فرما ٿيا، ان وقت اسان حضرت سعد بن عباده رضي الله عنه جي مجلس ۾ هئاسين. حضرت بشير بن سعد رضي الله عنه عرض ڪيو تہ الله سائين اسان کي حڪم فرمايو آهي تہ اوهان تي درود شريف پڙهون؟ پوءِ اوهان تي ڪهڙيءَ ريت درود شريف پڙهون؟ اهو ٻڌي حضور صلي الله عليه وسلم ڪٺي ماٺ ڪئي. ايتري تائين جو اسان جي دل چيو تہ جيڪر هو هي سوال نہ ڪري ها (جو تہ اصحابن رضہ

کي ڏپ ٿيو ته شايد حضور ﷺ جن کي ھي سوال نه وڻيو. ان کري خاموشي اختيار ڪيائون.)

ڪجهه دير کان پوءِ حضور صلی الله عليه وسلم فرمايو ته هينئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰی مُحَمَّدٍ وَعَلٰی اٰلِ مُحَمَّدٍ کَمَا صَلَّیْتَ عَلٰی اٰلِ اِبْرَاهِیْمَ وَبَارِكْ عَلٰی مُحَمَّدٍ وَّعَلٰی اٰلِ مُحَمَّدٍ کَمَا بَارَکْتَ عَلٰی اِبْرَاهِیْمَ فِی الْعَالَمِیْنَ اِنَّكَ حَمِیْدٌ مَّجِیْدٌ.

”اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، جيئن تو آل ابراهيم تي رحمت نازل فرمائي ۽ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي برڪت نازل فرماءِ جيئن تو آل ابراهيم تي جهانن ۾ برڪت نازل فرمائي، بيشڪ تون ساراهيل ۽ بزرگي وارو آهين.“

حافظ شمس الدين سخاوي رحمة الله عليه جيڪو علامه قسطلاني مصنف مواهب لدنيه جو استاد آهي، پنهنجي ڪتاب ”القول البديع في الصلوة علی الحبيب الشفيع صلی الله عليه وسلم“ ۾ لکي ٿو ته: ”حضرت ابو مسعود رضي الله عنه جي حديث کي صحيح مسلم کانسواءِ امام مالڪ مؤطا ۾، امام ابوداؤد، ترمذي، نسائي ۽ بيهقي، دعوات ۾ به اهڙن ئي لفظن سان روايت ڪيو آهي.“

۵. مسند احمد ۽ صحيح ابن حبان ۾ حضرت ابو مسعود رضي الله عنه کان ئي روايت آهي ته هڪ شخص حضور صلی الله عليه وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ سامهون ويهي رهيو. پوءِ عرض ڪيائين ته اي الله جا رسول! اوهان تي سلام چوڻ جو طريقو ته معلوم آهي پر جڏهن نماز ۾ اوهان تي درود پڙهون ته ڪيئن پڙهون؟ حضور صلی الله عليه وسلم فرمايو ته:

”جڏهن توهان مون تي درود پڙهو تہ هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ .

”اي الله! محمد صلی الله عليه وسلم نبي امي تي ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم عليه السلام ۽ آل ابراهيم عليہ السلام تي رحمت نازل فرمائي ۽ محمد ﷺ نبي امي تي ۽ آل محمد ﷺ تي برڪت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم ۽ آل ابراهيم تي برڪت نازل فرمائي، بيشڪ تون ساراهيل ۽ بزرگيءَ وارو آهين.“

حافظ سخاوي رحمة الله قول بديع ۾ لکي ٿو تہ، ”هن حديث کي دارقطني ۽ بيهقي سنن ۾ روايت ڪيو آهي ۽ دار قطني فرمائي ٿو تہ ان جي سَنَدَ حسن ۽ متصل آهي ۽ بيهقي فرمائي ٿو تہ ان جي سَنَدَ صحيح آهي. ترمذي، ابن خزيمه ۽ حاڪم بہ ان جي تصحيح فرمائي آهي.“

٦. بخاري، احمد، نسائي، ابن ماجہ ۽ بيهقي حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنہ (جنهن جو نالو سعد بن سنان بن مالڪ آهي) کان روايت ڪئي آهي تہ اسان عرض ڪيو اي الله جا رسول صلی الله عليه وسلم! اسان توهان تي سلام چوڻ جو طريقو تہ ڄاڻون ٿا پر توهان تي درود شريف ڪيئن موڪليون؟ فرمايائون تہ ”هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ .

”اي الله! پنهنجي ٻانهي ۽ پنهنجي پيغمبر محمد صلى الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم عليه السلام تي رحمت نازل فرمائي ۽ محمد ۽ آل محمد تي برڪت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم عليه السلام تي برڪت نازل فرمائي.“

٧. امام مالڪ، احمد، بخاري، مسلم، ابو دائود، نسائي ۽ ٻين حضرت ابو حميد ساعدي رضى الله عنہ کان روايت ڪئي آهي........ (ان جي نالي ۾ اختلاف آهي.ڪي چون ٿا تہ ان جو نالو عبدالرحمٰن بن سعد بن منذر آهي ۽ ڪي چون ٿا تہ ان جو نالو ڏاڏي جي نالي تي منذر آهي.......) تہ اصحابن سڳورن عرض ڪيو تہ ”اي الله جا رسول صلي الله عليه وسلم ! اوهان تي درود شريف ڪيئن موڪليون؟“ فرمايائون ؛ هيئن چوندا ڪريو؛

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اَزْوَاجِهٖ وَذُرِّيَّتِهٖ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اَزْوَاجِهٖ وَذُرِّيَّتِهٖ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ.

”اي الله ! محمد صلى الله عليه وسلم ۽ سندس گهروارين ۽ سندس اولاد تي رحمت نازل فرماءِ، جيئن تو حضرت ابراهيم عليه السلام تي رحمت نازل فرمائي ۽ محمد صلي الله عليه وسلم ۽ سندس گهروارين ۽ سندس اولاد تي برڪت نازل فرماءِ، جيئن تو حضرت ابراهيم عليہ السلام تي برڪت نازل فرمائي، بيشڪ تون ساراهيل ۽ بزرگيءَ وارو آهين.“

٨. امام حاڪم مستدرڪ ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ کان روايت ڪئي آهي تہ حضور صلى الله عليه وسلم فرمايو

تہ، ”جڏهن توهان مان ڪو شخص پنهنجي نماز ۾ تشهد پڙهي تہ هيئن چوي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ وَارْحَمْ مُحَمَّدًا وَّ اٰلَ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ وَبَارَكْتَ وَتَرَحَّمْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ.

”اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي برڪت نازل فرماءِ ۽ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحم فرماءِ، جيئن تو رحمت نازل فرمائي، برڪت نازل ڪئي ۽ رحم فرمايو حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ آل ابراهيم عليہ السلام تي، بيشڪ تون ساراهيل ۽ بزرگيءَ وارو آهين.“

٩. دارقطني ۽ ابو حفص بن شاهين، اهڙي سَنَدَ سان، جنهن ۾ هڪ راوي عبدالوهاب بن مجاهد ضعيف آهي، حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم مون کي نماز جي تشهد جي تعليم ڏني، جيئن پاڻ ڪريمن ﷺ جن اسان کي قرآن مجيد جي ڪا سورة سيکاريندا هئا. پوءِ تشهد جي پوري ٿيڻ کان بعد هي درود شريف سيکاريائون:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اَهْلِ بَيْتِهٖ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ. اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَيْنَا مَعَهُمْ اَللّٰهُمَّ بَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اَهْلِ بَيْتِهٖ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ

مَجِيدٌ ـ اَللّٰهُمَّ بَارِكْ عَلَيْنَا مَعَهُمْ ـ صَلَوَاتُ اللّٰهِ وَصَلَوَاتُ الْمُؤْمِنِيْنَ عَلٰى مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْأُمِّيِّ ـ اَلسَّلَامُ عَلَيْكُمْ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ.

”اي الله ! محمد صلي الله عليه وسلم ۽ سندس اهل بيت (گهر جي ڀاتين) تي رحمت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم عليه السلام تي رحمت نازل فرمائي، بيشڪ تون ساراهيل ۽ عزت وارو آهين، اي الله! انهن سان گڏ اسان تي به رحمت نازل فرماءِ، اي الله ! محمد صلي الله عليه وسلم ۽ سندس اهل بيت تي برڪت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم عليه السلام تي برڪت نازل فرمائي. بيشڪ تون ساراهيل بزرگيءَ وارو آهين، اي الله انهن سان گڏ اسان تي به برڪت نازل فرماءِ، حضرت محمد ﷺ نبي امي تي الله جون رحمتون ۽ ايمان وارن جا درود هجن، توهان تي سلامتي هجي ۽ الله جي رحمت ۽ سندس برڪتون هجن.“

١٠ـ كتاب الاعلام بفضل الصلوٰة على النبي عليه الصلوٰة والسلام ۾ نميري حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت ڪئي آهي ته صحابه ڪرام عرض ڪيو اي الله جا رسول ﷺ! اسان توهان تي درود شريف ڪهڙيءَ طرح پڙهون؟ فرمايائون: ”هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ وَبَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ـ

”اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، ۽ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي برڪت نازل

فرماءِ، جيئن تو رحمت ۽ برڪت نازل فرمائي حضرت ابراهيم عليه السلام تي، بيشڪ تون ساراهيل ۽ بزرگيءَ وارو آهين."

١١. امام بخاريءَ الادب المفرد ۾، امام ابو جعفر طبريءَ تهذيب الآثار ۾ ۽ عقيليءَ حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو ته، "جيڪو به شخص مون تي درود شريف پڙهندو، مان ان لاءِ قيامت جي ڏينهن شاهدي ڏيندس ۽ ان جي شفاعت ڪندس."

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَ اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَاٰلِ اِبْرَاهِيْمَ وَتَرَحَّمْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا تَرَحَّمْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَاٰلِ اِبْرَاهِيْمَ.

"اي الله! محمد ﷺ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تو ابراهيم عليه السلام ۽ آل ابراهيم تي رحمت نازل فرمائي ۽ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي برڪت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم ۽ آل ابرهيم تي برڪت نازل فرمائي ۽ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحم فرماءِ جيئن تو ابراهيم ۽ آل ابراهيم عليه السلام تي رحم فرمايو."

ف ـ حافظ سخاوي رحمة الله عليه ان حديث کي نقل ڪري لکي ٿو ته، "هيءَ حديث حَسن آهي ۽ ان جا رجال (روايت ڪندڙ مرد) صحيح جا رجال آهن. سعيد بن عبدالرحمٰن ڪانسواءِ جو، ان جي حيثيت جرح ۽ تعديل اسان کي معلوم نه آهي، البت ابن حبان ان کي پنهنجي قاعدي مطابق ثقات ۾ ذڪر ڪيو آهي."

١٢. ابن ابي عاصم ضعيف طريقي سان حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي تہ هڪ ڀيري پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو ويو تہ الله سائين اسان کي حڪم ڏنو آهي تہ اوهان تي درود شريف پڙهون، پوءِ ڪيئن پڙهون؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ وَارْحَمْ مُحَمَّدًا وَّاٰلَ مُحَمَّدٍ كَمَا رَحِمْتَ اِبْرَاهِيْمَ وَاٰلَ اِبْرَاهِيْمَ.

”اي الله! محمد صلى الله عليه وسلم ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم عليہ السلام ۽ آل ابراهيم تي رحمت نازل فرمائي ۽ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحم فرماءِ، جيئن تو ابراهيم ۽ آل ابراهيم تي رحم فرمايو.“

١٣. امام احمد ۽ طبري،موسىٰ بن طلحہ رحمة الله عليہ کان ان جي والد جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هڪ شخص حضور صلى الله عليه وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ اي الله جا نبي ﷺ! اسان اوهان تي درود شريف ڪهڙيءَ طرح پڙهون؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ.

”اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم عليہ السلام تي برڪت نازل

فرمائي، بيشڪ تون ساراهيل ۽ بزرگيءَ وارو آهين.“

١٤. ابن ابي شيبه، مصنف ۾، سعيد بن منصور ڪان ۽ قاضي اسماعيل، امام حسن بصري کان مرسل طريقي سان روايت ڪئي آهي ته جڏهن هي آيت سڳوري نازل ٿي، ”يايها الذين اٰمنوا صلوا عليه وسلموا تسليما“ ته صحابه ڪرام رضي الله عنهن عرض ڪيو اي الله جا رسول ﷺ! اسان اوهان تي ڪهڙي ريت درود شريف پڙهون، ارشاد فرمايائون هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ صَلَوَاتِكَ وَبَرَكَاتِكَ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا جَعَلْتَهَا عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ.

”اي الله! پنهنجون رحمتون ۽ برڪتون محمد صلى الله عليه وسلم مٿان فرماءِ جيئن تون حضرت ابراهيم عليه السلام مٿان فرمايون، بيشڪ تون ساراهيل ۽ بزرگيءَ وارو آهين.“

١٥. قاضي اسماعيل ڪيترن ئي طريقن سان عبدالرحمن بن بشير بن مسعود کان مرسل روايت نقل ڪئي آهي ته پاڻ ڪريم ﷺ جن کي عرض ڪيو ويو ته اي الله جا رسول صلى الله عليه وسلم! اوهان اسان کي حڪم ڪيو آهي ته اسان اوهان تي درود ۽ سلام موڪليندا رهون، سلام جو طريقو ته اسان کي معلوم آهي پر اوهان تي درود شريف ڪيئن پڙهون؟ فرمايائون ته هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ. اَللّٰهُمَّ بَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ.

”اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تو آل

ابراهيم تي رحمت نازل فرمائي، اي الله! محمد ﷺ تي برڪت نازل فرماءِ جيئن تو آل ابراهيم تي برڪت نازل فرمائي.“

١٦. امام شافعي رحمة الله عليه ضعيف يعني ڪمزور سَنَدَ سان حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي ته مون عرض ڪيو اي الله جا رسول ﷺ اسان نماز ۾ اوهان تي درود شريف ڪيئن پڙهون؟ فرمايائون هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ۔

”اي الله ! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تو ابراهيم عليہ السلام تي رحمت نازل فرمائي ۽ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي برڪت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم عليه السلام تي برڪت نازل فرمائي.“

ف ـ حافظ سخاوي رحمة الله عليہ فرمائي ٿو تہ هي حديث امام شافعي رحہ کانسواءِ ٻين بزرگن بہ روايت ڪئي آهي. جيئن بزار ۽ ابو العباس سراج ۽ انهن جي سَنَدَ شيخين جي شرطن مطابق صحيح آهي .

١٧. طبريءَ ٻين طريقن سان حضرت ابو هريره رضي الله عنہ کان روايت ڪئي آهي تہ صحابہ ڪرام، حضور صلى الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو تہ سائين اوهان تي درود شريف ڪيئن موڪليون؟ فرمايائون هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ وَبَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَاٰلِ اِبْرَاهِيْمَ فِى الْعَالَمِيْنَ، اِنَّكَ

حَمِيدٌ مَّجِيدٌ

"اي الله ! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ۽ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي برڪت نازل فرماءِ جيئن تو رحمت ۽ برڪت نازل فرمائي ابراهيم ۽ آل ابراهيم تي، جهانن ۾ بيشڪ تون ساراهيل ۽ بزرگيءَ وارو آهين."

١٨. ابن جرير حضرت ابن عباس رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي ته اسان عرض ڪيو ته اي الله جا رسول! صلي الله عليه وسلم، اسان کي اوهان تي سلام موڪلڻ جو طريقو ته معلوم آهي، پر اوهان تي درود شريف ڪهڙي طرح موڪليون؟ فرمايائون، هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ، وَارْحَمْ مُحَمَّدًا وَّاٰلَ مُحَمَّدٍ كَمَا رَحِمْتَ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ، وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ.

"اي الله ! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تون ابراهيم عليه السلام تي رحمت نازل فرمائي بيشڪ تون ساراهيل بزرگيءَ وارو آهين ۽ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحم ڪر جيئن تو ابراهيم عليه السلام تي رحم ڪيو بيشڪ تون ساراهيل عزت وارو آهين ۽ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي برڪت نازل فرماءِ جيئن تو ابراهيم عليه السلام تي برڪت نازل فرمائي، بيشڪ تون ساراهيل ۽

بزرگيءَ وارو آهين.“

حافظ سخاوي رحہ چوي ٿو تہ راوين جي ڪمزوريءَ جي ڪري ان حديث جي سَنَد ضعيف آهي.

١٩. قاضي اسماعيل حضرت ابراهيم رحہ نخعي کان مرسل طريقي سان روايت ڪئي آهي تہ صحابہ ڪرام عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول صلی الله عليه وسلم! اوهان تي درود شريف ڪهڙي طرح موڪليندا رهون؟ فرمايائون هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ وَاَهْلِ بَيْتِهٖ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ٥

”اي الله! پنهنجي ٻانهي ۽ پنهنجي پيغمبر حضرت محمد صلی الله عليه وسلم تي ۽ سندس اهل بيت تي رحمت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم عليہ السلام تي رحمت نازل فرمائي، بيشڪ تون ساراهيل بزرگيءَ وارو آهين“

٢٠. امام ابودائود، نعيم بن عبدالله مجمر جي طريقي سان حضرت ابو هريره رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ حضور ﷺ ارشاد فرمايو تہ، ”جيڪو شخص اهل بيت تي درود شريف موڪلڻ گهري ۽ چاهي تہ ڪين گهٽي کان گهڻو ثواب ملي تہ ان کي هيئن چوڻ گهرجي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِ النَّبِيِّ وَاَزْوَاجِهٖ اُمَّهَاتِ الْمُؤْمِنِيْنَ وَذُرِّيَّتِهٖ وَاَهْلِ بَيْتِهٖ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ٥

”اي الله! محمد ﷺ نبي تي ۽ سندس گهروارين مومن جي مائرن تي ۽ سندس اولاد ۽ اهل بيت تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تو ابراهيم عليہ السلام تي رحمت

نازل فرمائي بيشڪ تون ساراهيل بزرگيءَ وارو آهين."

ف: ـ حافظ سخاوي رحہ ان حديث کي نقل ڪرڻ کان بعد چوي ٿو تہ، "ان حديث کي امام ابو دائود ڪانسواءِ عبد بن حميد پنهنجي مُسْنَد ۾، ۽ ابو نعيم ۽ طبراني بہ نعيم مجمر جي طريقي سان حضرت ابو هريره رضي الله عنہ کان نقل ڪيو آهي.

٢١. امام نسائيءَ "مُسْنَد علي" ۾ ابن عديءَ "ڪامل" ۾ ۽ ابن عبدالبر حضرت علي رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم ارشاد فرمايو تہ، "جنهن شخص کي هيءَ ڳالهہ پسند هجي تہ جڏهن هو اهل بيت تي درود شريف پڙهي تہ ڪيس وڏي انداز ۾ ثواب ملي تہ هيئن چوندو رهي:

اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ صَلَوَاتِكَ وَبَرَكَاتِكَ عَلٰى مُحَمَّدِ ۣالنَّبِيِّ وَاَزْوَاجِهٖ اُمَّهَاتِ الْمُؤْمِنِيْنَ وَذُرِّيَّتِهٖ وَاَهْلِ بَيْتِهٖ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ ۚ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۝

"اي الله! پنهنجون رحمتون ۽ برڪتون محمد نبي ﷺ تي نازل فرماءِ ۽ سندس گهرواريـن مومنن جي مائرن تي ۽ سندس اولاد ۽ اهل بيت تي جيئن تو آل ابراهيم عليہ السلام تي رحمت نازل فرمائي بيشڪ تون ساراهيل عزت وارو آهين."

٢٢. امام احمد بن حنبل، احمد بن منيع ۽ عبد بن حميد پنهنجن مسانيد ۾ ۽ ابو العباس سراج، معمري ۽ قاضي اسماعيل حضرت بريده بن حصيب اسلمي رضي الله عنہ کان روايت ڪئي آهي تہ اسان عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول صلى الله عليه وسلم، اوهان تي درود شريف ڪيئن موڪليون؟ ارشاد فرمايائون تہ هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ صَلَوَاتِكَ وَرَحْمَتَكَ وَبَرَكَاتِكَ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا جَعَلْتَهَا عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۝

”اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي پنهنجون عنايتون، رحمتون ۽ برڪتون نازل فرماءِ جيئن تو ابراهيم عليہ السلام ۽ آل ابراهيم تي فرمايون، بيشڪ تون ساراهيل ۽ عزت وارو آهين.“

شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحمة الله عليہ پنهنجي ڪتاب ”جذب القلوب الي ديار المحبوب“ ۾ ان درود شريف جو ذڪر ڪيو آهي.

٢٣. شيخ عبدالحق دهلوي ”جذب القلوب الیٰ ديار المحبوب“ ۾ فرمائي ٿو تہ تلمساني ”مفاخر“ ۾ ذڪر ڪيو آهي تہ حضرت قاسم رحہ مرسل طريقي سان هي درود شريف روايت ڪيو آهي:

اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ صَلَوَاتِكَ وَبَرَكَاتِكَ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا جَعَلْتَهَا عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَاٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ، وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَاٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۝

اي الله! محمد صلی الله عليه وسلم ۽ آل محمد تي رحمتون ۽ برڪتون نازل فرماءِ جيئن تو ابراهيم ۽ آل ابراهيم تي نازل فرمائيون. بيشڪ تون ساراهيل عزت وارو آهين ۽ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي برڪت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم ۽ آل ابراهيم عليہ السلام تي برڪت نازل فرمائي، بيشڪ تون ساراهيل بزرگيءَ وارو آهين.“

حضرت شيخ عبدالحق دهلوي رحمة الله عليه هن ڪيفيت ڪي مٿين

ڪيفيت ڪان جدا شمار ڪيو آهي، ان ڪري اسان بہ ان کي الڳ شمار ڪريون ٿا، ان جي باوجود جو هن ڪيفيت جي اڳين ڪيفيت ۾ داخل هجڻ جو گمان آهي. فليتدبر

٢۴. ابن بشڪوال "ڪتاب القربة الیٰ رب العالمين بالصلوٰة علیٰ محمد سيد المرسلين صلی الله عليه وسلم وعلیٰ آلہٖ وصحبہٖ اجمعين" ۾ حضرت زيد بن امام زين العابدين علي بن حسين کان ان پنهنجي پيءُ امام زين العابدين کان، ان پنهنجي والد ماجد حضرت علي رضی الله عنہ کان روايت ڪئي آهي تہ حضور صلی الله عليہ وسلم هنن لفظن کي پنهنجين مبارڪ آڱرين تي ڳڻيو ۽ فرمايو تہ،

"حضرت جبريل عليہ السلام هنن لفظن کي منهنجن هٿن تي ڳڻيو ۽ جبريل عليہ السلام چيو تہ هي لفظ رب العالمين وٽان هن طرح نازل ٿيا آهن، ۽ اهي لفظ هي آهن:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۝ اَللّٰهُمَّ بَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۝ اَللّٰهُمَّ وَتَرَحَّمْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا تَرَحَّمْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۝ اَللّٰهُمَّ وَتَحَنَّنْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا تَحَنَّنْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۝ اَللّٰهُمَّ وَسَلِّمْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا سَلَّمْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۝

"اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تو ابراهيم ۽ آل ابراهيم عليه السلام تي رحمت نازل فرمائي بيشڪ تون ساراهيل بزرگيءَ وارو آهين.

اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي برڪت نازل فرماءِ جيئن تو ابراهيم عليه السلام ۽ آل ابراهيم تي رحمت نازل فرمائي بيشڪ تون ساراهيل بزرگيءَ وارو آهين.

اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحم ڪر جيئن تو ابراهيم ۽ آل ابراهيم عليه السلام تي رحم ڪيو بيشڪ تون ساراهيل ۽ بزرگيءَ وارو آهين.

اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي ٻاجھه ڪر جيئن تو ابراهيم ۽ آل ابراهيم عـ تي ٻاجھه ڪئي، بيشڪ تون ساراهيل، بزرگيءَ وارو آهين.

اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي سلامتي نازل فرماءِ جيئن تو ابراهيم ۽ آل ابراهيم تي سلامتي نازل فرمائي بيشڪ تون ساراهيل بزرگي وارو آهين."

ف: حافظ سخاوي رحمة الله عليه "قول بديع" ۾ ان حديث بيان ڪرڻ کان بعد لکي ٿو ته "گھڻن واري حديث کي ابن بشڪوال کان سواءِ ٻين عالمن به ذڪر ڪيو آهي. جھڙوڪ: ابن مسدي پنهنجي مسلسلات ۾، حاڪم علوم الحديث ۾ حرب بن حسن طحان جي طريقي سان عَمَرو بن خالد واسطيءَ سان،ان حضرت زيد کان، ان امام زين العابدين کان ان امام حسين رضه کان،ان حضرت علي رضي الله عنه کان،هي روايت نقل ڪئي آهي. ابوالقاسم تيمي پڻ ان حديث کي.پنهنجي مسلسلات ۾، قاضي عياض شفا ۾، هنادنَسفي، نميري ۽ ٻين بزرگن به ان کي نقل فرمايو پر ان جي سَنَد ۾ ڪجھه اهڙا راوي آهن جن تي ڪوڙ ۽ حديث گھڙڻ جو الزام آهي، انهيءَ بنياد تي نميري چيو آهي ته هيءَ حديث حضرت علي رضه کان محفوظ نه آهي مگر انهيءَ ٻي طريقي سان ۽ عَمَرو راوي جيڪو ان سَنَد ۾ آهي سو مجهول آهي، پوءِ ان جو درود ماثوره هجڻ ثابت نه آهي."

انتهىٰ ما افاده السخاوي، (سخاوي رح جي ڳالهه پوري ٿي.)

ڪمزور ٻانهو (مؤلف رحمة الله عليہ) عرض ڪري ٿو تہ ان ڳڻپ واري حديث ڪي علامہ زاهدي رحمة الله عليہ پنهنجن ٽنهي ڪتابن يعني فتاوىٰ قنيہ، فتاوىٰ حاوي ۽ قدوري جي شرح مجتبىٰ ۾ بيان ڪيو آهي، پڻ علامہ عيني هدايہ جي شرح ۾ ان کي سَنَد کانسواءِ حضرت علي رضہ کان نقل ڪيو آهي، علامہ زاهدي رح ۽ علامہ عيني رحہ ان درود شريف کي سٺي گمان جي آڌار تي شامل ڪيو آهي تہ شايد انهن بزرگن کي ان حديث جي ڪا اهڙي سَنَد ملي هجي جيڪا وضع (گهڙيل) کان پاڪ هجي، پر ان جي ميڙ جي باوجود وضع جو حڪم ڳڻپ وارن لفظن سان مخصوص هوندو،باقي ان درود شريف جا لفظ ٻين حديثن ۾ بہ آيل آهن، جيئن اڳتي اچي ٿو، انهيءَ آڌار تي حافظ سيوطي رحہ ان درود شريف کي پنهنجي ”اذڪار“ ۾ حافظ بيهقي جي شعب الايمان ۽ علامہ ديلمي جي ”فردوس“ جي حوالي سان پورو نقل ڪيو آهي. فليتدبر - والله اعلم.

٢٥. حافظ سخاوي رحہ چوي ٿو تہ ابو عمر بن فضالہ، حڪم بن عبدالله عن قاسم بن محمد عن عائشہ رضي الله عنها جي سَنَد سان هي حديث روايت ڪئي آهي تہ اصحابن سڳورن عرض ڪيو، اي الله جا رسول ﷺ! اوهان اسان کي حڪم ڏنو آهي تہ اسان ڏينهن رات ڪثرت سان اوهان تي درود شريف پڙهون ۽ اسان کي درود شريف جا اهي لفظ سڀ کان وڌيڪ محبوب آهن،جيڪي اوهان جا پسنديده آهن،ارشاد فرمايائون تہ هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَاٰلِ اِبْرَاهِيْمَ، وَارْحَمْ مُحَمَّدًا وَّاٰلَ مُحَمَّدٍ كَمَا رَحِمْتَ اِبْرَاهِيْمَ وَاٰلَ اِبْرَاهِيْمَ، وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَاٰلِ اِبْرَاهِيْمَ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ؕ

"اي الله ! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم عليه السلام ۽ آل ابراهيم عليه السلام تي رحمت نازل فرمائي، ۽ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحم ڪر، جيئن تو ابراهيم عليه السلام ۽ آل ابراهيم عليه السلام تي رحم ڪيو ۽ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي برڪت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم عليه السلام ۽ آل ابراهيم عليه السلام تي برڪت نازل فرمائي، بيشڪ تون ساراهيل بزرگيءَ وارو آهين."

٢٦. علامہ ابن مسدي رحہ چوي ٿو تہ ابو ڪبشہ حضرت عبدالله بن عَمرو بن عاص رضي الله تعاليٰ عنهما کان روايت ڪئي آهي تہ هڪ شخص حضور صلي الله عليه وسلم جي خدمت ۾ آيو ۽ عرض ڪيائين، اي الله جا رسول ﷺ ! الله تعاليٰ اسان کي اوهان تي صلوٰة ۽ سلام موڪلڻ جو حڪم ڏنو آهي، سلام تہ اسان پڙهندا آهيون، پر درود شريف ڪيئن پڙهون؟ فرمايائون تہ هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَسَلِّمْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا سَلَّمْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَتَحَنَّنْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا تَحَنَّنْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۝

"اي الله ! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم عليہ السلام تي رحمت نازل فرمائي ۽ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي برڪت نازل

فرماءِ، جيئن تو ابراهيم عليه السلام تي برڪت نازل فرمائي ۽ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي سلامتي نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم عليه السلام تي سلامتي نازل فرمائي ۽ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي ٻاجهه ڪر، جيئن تو ابراهيم عليه السلام تي ٻاجهه ڪئي، بيشڪ تون ساراهيل ۽ عزت وارو آهين."

٢٧. امام احمد بن حنبل، بزار، ابن ابي عاصم ۽ طبرانيءَ معجم ڪبير ۽ معجم اوسط ۾ روايت ڪئي، جنهن جون ڪجهه سَنَدون حسن آهن، حضرت رويفع بن ثابت انصاري رضي الله عنه کان ته رسول الله صلى الله عليه وسلم فرمايو ته، "جيڪو شخص هي درود شريف پڙهندو رهي ان پنهنجي لاءِ منهنجي شفاعت ڪي واجب ڪري ڇڏيو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاَنْزِلْهُ الْمَقْعَدَ الْمُقَرَّبَ عِنْدَكَ يَوْمَ الْقِيَامَةِ

"اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ۽ کيس قيامت جي ڏينهن اها جڳهه عطا فرماءِ، جيڪا توکي ويجهي هجي."

حافظ سخاوي "قول بديع" ۾ هن حديث بيان ڪرڻ کان پوءِ لکي ٿو ته مان قاضي عياض جي ڪتاب (شفاء) جي ڪيترن نسخن ۾ ڏٺو آهي ته ان حديث جي نسبت زيد بن حباب ڏانهن ڪئي وئي آهي، اهو چوي ٿو ته مان پاڻ نبي ﷺ کي هي فرمائيندي ٻڌو آهي. پر هي غلط آهي، جو ته زيد بن حباب نه صحابي آهي نه تابعي نه تبع تابعي - هي حديث صرف هيئين سَنَد سان روايت ڪيل آهي. "ابن لهيعه کان بڪر بن سواده کان، زياد بن نعيم کان،" وفا بن شريح کان، رويفع بن ثابت رضي الله تعاليٰ عنه کان. پوءِ مان ان تي خبردار ڪرڻ مناسب سمجهو ته جيئن قاضي عياض جي شفاء جي نسخن مان ڪو ڏوڪو نه کائي.

٢٨. ابو نعيم حليه ۾، ابن شاهين ترغيب ۾ طبرانيءَ معجم ڪبير ۽

اوسط ۾ اهڙي سَنَدَ سان جنهن ۾ هاني بن متوکل آهي، حضرت ابن عباس کان روايت ڪئي آهي تہ حضور ﷺ ارشاد فرمايو تہ، ” جيڪو شخص هي چوندو رهي ان لاءِ ستر هزار فرشتا هزار ڏينهن تائين بخشش گهرندا رهندا:

جَزَى اللّٰهُ تَعَالٰى عَنَّا مُحَمَّدًا صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ مَا هُوَ اَهْلُهٗ،

” الله سائين اسانجي طرفان حضرت محمد صلي الله عليه وسلم کي سندس شان مطابق جزا عطا فرماءِ. “

حافظ سخاوي لکي ٿو تہ، ” هاڻي بن متوکل ضعيف آهي. “ پر فضائل ۾ ضعيف حديث ۾ اتفاق راءِ سان حجت آهي، جيئن رسالي جي مهڙ ۾ گذري چڪو آهي.

۲۹. شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحمة الله عليہ ” جذب القلوب “ ۾ هيٺيون درود شريف اهڙن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي جيڪي نبوي حديثن ۾ آيل آهن.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ الرَّسُوْلِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ الَّذِىْ اٰمَنَ بِكَ وَبِكِتَابِكَ وَاَعْطِهٖ اَفْضَلَ رَحْمَتِكَ وَاٰيَةَ الشَّرَفِ عَلٰى خَلْقِكَ يَوْمَ الْقِيَامَةِ، وَاجْزِهٖ خَيْرَ الْجَزَاءِ، وَالسَّلَامُ عَلَيْهِ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ،

” اي الله ! پنهنجي ٻانهي ۽ پنهنجي پيغمبر حضرت محمد صلی الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ، جيڪو رسول نبي امي آهي، جنهن توتي ۽ تنهنجي ڪتاب تي ايمان آندو آهي ۽ کيس قيامت جي ڏينهن پنهنجي مخلوق تي شرف جي علامت عطا فرماءِ ۽

ڪيس بهترين بدلو عطا فرماءِ ۽ انهيءَ تي (صلي الله عليه وسلم) سلام هجي ۽ الله تعاليٰ جون رحمتون ۽ برڪتون هجن."

٣٠. فردوس ديلمي ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي ته پاڻ ڪريم ﷺ جن صحابه ڪرام کي حڪم ڏنو ته، "جڏهن توهان درود شريف پڙهو ته بهترين طريقي سان پڙهو، ڇو ته توهان نٿا ڄاڻو ۽ اميد آهي ته اهو درود شريف مون تي پيش ڪيو ويندو." اصحابن سڳورن عرض ڪيو ته اي الله جا رسول ﷺ! اسان کي ان جي سکيا ڏيڻ فرمايو، هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ صَلَوَاتِكَ وَرَحْمَتَكَ وَبَرَكَاتِكَ عَلٰى سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ وَاِمَامِ الْمُتَّقِيْنَ وَخَاتَمِ النَّبِيِّيْنَ مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ اِمَامِ الْخَيْرِ وَقَائِدِ الْخَيْرِ وَرَسُوْلِ الرَّحْمَةِ اَللّٰهُمَّ ابْعَثْهُ مَقَامًا مَّحْمُوْدًا يَّغْبِطُهٗ فِيْهِ الْاَوَّلُوْنَ وَالْاٰخِرُوْنَ ۝

"اي الله! پنهنجون عنايتون، رحمتون ۽ برڪتون، رسولن جي سردار، پرهيزگارن جي امام، خاتم النبيين محمد صلي الله عليه وسلم تي نازل فرماءِ، جيڪو تنهنجو ٻانهو ۽ رسول آهي، ڀلائي جو امام ۽ اڳواڻ آهي ۽ رحمت جو پيغمبر آهي.

اي الله! ڪيس مقام محمود تي اتار، جو ان ۾ پهريان ۽ پويان ريس ڪن."

امام سخاوي "قول بديع" ۾ لکي ٿو ته اهوئي درود شريف احمد بن منيع پنهنجي مُسْنَد ۾، امام بغوي پنهنجي فوائد ۾، نميري ۽ ٻين بزرگن حضرت عبدالله بن عَمَرو کان ۽ ابن ابي عاصم حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کان روايت ڪيو آهي، انهن سمورن جا طريقا

مرفوع آهن ۽ ابن ابي عاصم پنهنجي روايت جي پڇاڙيءَ ۾ هيٺين لفظن جو واڌارو ڪيو آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّ اَبْلِغْهُ الْوَسِيْلَةَ وَالدَّرَجَةَ الرَّفِيْعَةَ مِنَ الْجَنَّةِ، اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ فِي الْمُصْطَفَيْنَ مَحَبَّتَهٗ وَفِي الْمُقَرَّبِيْنَ مَوَدَّتَهٗ وَفِي الْاَعْلَيْنَ ذِكْرَهٗ، وَالسَّلَامُ عَلَيْهِ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَاٰلِ اِبْرَاهِيْمَ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ، اَللّٰهُمَّ بَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَ اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۞

”اي الله ! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ۽ کيس جنت جي وسيلي ۽ بلند درجي تي پهچاءِ. اي الله! برگزيده بندن ۾ ان صلي الله عليه وسلم جي محبت پيدا ڪر ۽ مقرب ماڻهن جي دلين ۾ ان لاءِ پيار پيدا فرماءِ ۽ وڏي مرتبي وارن (فرشتن) ۾ ان جي ياد هجي ۽ اوهان تي صلي الله عليه وسلم سلام هجي ۽ الله جون رحمتون ۽ برڪتون هجن،

اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تو ابراهيم عليه السلام ۽ آلِ ابراهيم تي رحمت نازل فرمائي، بيشڪ تون ساراهيل ۽ بزرگيءَ وارو آهين.

اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي برڪت نازل فرماءِ، جيئن تو ابراهيم عليه السلام ۽ آل ابراهيم تي برڪت نازل فرمائي. بيشڪ تون ساراهيل عزت وارو آهين.“

سخاويءَ رح پڻ چوي ٿو تہ جيتوڻيڪ ديلمي، ابن ابي عاصم ۽

ٻين بزرگن ان درود شريف کي مرفوع طريقي سان نقل ڪيو آهي، پر معروف هي آهي ته ابن مسعود رضي الله عنه تي موقوف آهي ۽ گهڻن محدثن ان جي تخريج موقوف جي طريقي سان ڪئي آهي،چنانچه ابن ماجه سنن ۾، طبريءَ تهذيب الآثار ۾،عبد بن حميد پنهنجي مُسْنَد ۾، بيهقي ڪتاب الدعوات ۽ شعب الايمان ۾، معمريءَ عمل اليوم والليله ۾، دارقطنيءَ افراد ۾، تمام فوائد ۾ ۽ ابن بشڪوال ڪتاب القربة الىٰ رب العالمين بالصلوٰة علىٰ محمد سيد المرسلين صلى الله عليه وسلم وعلي آله وصحبه اجمعين، ۾ انهن سمورن بزرگن والآخرون ڪان پوءِ هي لفظ بيان ڪيا آهن:

## اللهم صل علي محمد وعلي آل كما صليت

## ۽ اللهم صل علي محمد وابلغه الوسيلة

جي لفظن تائين نقل نه ڪيو آهي ۽ حافظ منذري چيو آهي ته ان حديث جي سَنَد موقوف حسن آهي ۽ شيخ علاءُ الدين مغلطائي چيو آهي ته صحيح آهي." حافظ سخاوي جو ڪلام پورو ٿيو.

۽ ابن ماجه جا لفظ هي آهن ته ابن مسعود رضه فرمائي ٿو ته جڏهن حضور صلى الله عليه وسلم تي درود شريف پڙهو ته تمام سٺي ۽ عمدي طريقي سان پڙهو،جو ته اميد آهي ته اهو درود شريف حضور ﷺ جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويندو، ماڻهن ابن مسعود رضه کي عرض ڪيو ته اسان کي ان جي تعليم ڏيو،فرمايائين ته هيئن چوندا ڪريو:

## اللهم اجعل صلوٰتک ورحمتک (الخ)

٣١. حافظ ابو سعيد نيشاپوري پنهنجي ڪتاب شرف المصطفىٰ ﷺ ۾ ذڪر ڪيو آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم کان روايت ٿيل آهي ته پاڻ ڪريم صلى الله عليه وسلم فرمايو ته، "مون تي ڪٽيل درود شريف نه پڙهندا ڪريو. صحابه ڪرام عرض ڪيو ته ڪٽيل درود شريف ڇا آهي؟ فرمايائون ته ڪَٽيل درود هي آهي ته صرف اللّٰهم صل علىٰ محمد چئي خاموش ٿي وڃو بلڪه هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی مُحَمَّدٍ وَّعَلٰی آلِ مُحَمَّدٍ ؛

”اي الله ! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ“

بظاهر اها ڪيفيت اڳين ڪيفيتن ۾ درج آهي مگر شيخ عبدالحق محدث دهلوي ”جذب القلوب“ ۾ ان کي الڳ بيان ڪيو آهي، ان جي پيروي ڪندي هتي به ان کي الڳ ڪيو ويو آهي.

٣٢. ابو سعيد نيشاپوريءَ پڻ ”شرف المصطفیٰ صلی الله عليه وسلم“ ۾ هڪ بزرگ کان روايت ڪئي آهي ته مان دينار پوريءَ کي جامع مسجد ۾ ڏٺو، اهو چئي رهيو هو ته مان حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه کان پڇيو ته ڇا اوهان نبي سائين ﷺ جن کان پڇيو هو ته اوهان تي درود شريف ڪيئن پڙهيو وڃي، جنهن کي صلوٰة تامه (ڪامل درود) چيو وڃي؟ حضرت انس رضي الله عنه فرمايو ته ها! (مان پڇيو هو) منهنجي پڇڻ تي حضور صلی الله عليه وسلم هي الفاظ ارشاد فرمايا هئا):

اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی مُحَمَّدٍ کَمَا اَمَرْتَنَا اَنْ نُّصَلِّیَ عَلَیْہِ وَصَلِّ عَلَیْہِ کَمَا یَنْبَغِیْ اَنْ یُّصَلّٰی عَلَیْہِ ؛

”اي الله ! محمد صلی الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تو اسان کي حڪم ڏنو آهي ته متس درود پڙهون، ۽ متس رحمت نازل ڪر جيئن سندس شان وٽان آهي متس درود شريف پڙهيو وڃي .

حافظ سخاوي رحه ”قول بديع“ ۾ چوي ٿو ته حضرت زيد بن ثابت رضه کان روايت ڪئي وئي آهي ته اسان حضور ﷺ سان گڏ ٻاهر نڪتاسون، ۽ اهڙي جڳهه تي وڃي ترسياسون جتي ڪيترائي رستا پيا گڏ ٿين. پوءِ هڪ اعرابي (ٻهراڙي جو ماڻهو) آيو ۽ چوڻ لڳو:

السلام عليڪ يارسول الله ورحمة الله وبرڪاته، حضور صلی الله عليه

وسلم جواب ۾ فرمايو. ”وعليكم السلام“ حضور صلي الله عليه وسلم اعرابي کان پڻ پڇيو ته تون جڏهن مون کي سلام ڪيو ته تو ڇا چيو هو؟ان چيو ته مان هي لفظ چيا هئا:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ حَتّٰى لَا تَبْقٰى صَلَاةٌ، اَللّٰهُمَّ وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ حَتّٰى لَا تَبْقٰى بَرَكَةٌ، اَللّٰهُمَّ وَسَلِّمْ عَلٰى مُحَمَّدٍ حَتّٰى لَا يَبْقٰى سَلَامٌ، اَللّٰهُمَّ وَارْحَمْ مُحَمَّدًا حَتّٰى لَا تَبْقٰى رَحْمَةٌ،

”اي الله! حضرت محمد صلي الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ. ايستائين جو ڪابه رحمت باقي نه رهي (يعني بي انتها). اي الله محمد صلي الله عليه وسلم تي برڪت نازل فرماءِ. ايستائين جو ڪابه برڪت باقي نه رهي، اي الله! محمد صلي الله عليه وسلم تي سلامتي نازل فرماءِ. ايستائين جو ڪابه سلامتي باقي نه بچي، اي الله! محمد صلي الله عليه وسلم تي رحم فرماءِ ايستائين جو تنهنجي رحم مان ڪابه شيءِ باقي نه رهي.“

حضور صلي الله عليه وسلم فرمايو ته ”بيشڪ مان فرشتن کي ڏسان ٿو ته انهن آسمان جي ڪنارن کي پري ڇڏيو آهي.“

٣٤. حافظ سخاوي رحه ہي هند لکيو آهي ته ديلميءَ ”فردوس“ ۾ طبراني ”ڪتاب الدعا“ ۾ حضرت ابن عمر رضه کان روايت ڪئي آهي ته ڪجهه ماڻهو حضور ﷺ جي خدمت ۾ هڪ شخص کي وٺي آيا ۽ ان تي شاهدي ڏنائون ته هن انهن جي ڏاچي چوري ڪئي آهي، پوءِ حضور ﷺ ان جي هٿ ڪپڻ جو حڪم فرمايو. اهو شخص واپس وريو ۽ چئي رهيو هو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ حَتّٰى لَا يَبْقٰى مِنْ صَلَاتِكَ شَيْءٌ، وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ حَتّٰى لَا يَبْقٰى مِنْ بَرَكَاتِكَ شَيْءٌ، وَسَلِّمْ عَلٰى مُحَمَّدٍ حَتّٰى لَا يَبْقٰى مِنْ سَلَامِكَ شَيْءٌ.

"اي الله ! محمد صلى الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ، ايستائين جو تنهنجي رحمت مان ڪابہ شئي باقي نہ رهي، ۽ محمد ﷺ تي برڪتون نازل فرماءِ، ايستائين جو تنهنجين برڪتن مان ڪابہ شيءِ نہ رهي ۽ محمد ﷺ تي سلامتي نازل فرماءِ ايستائين جو تنهنجي سلامتيءَ مان ڪابہ شيءِ باقي پوئتي نہ رهي."

پوءِ اها ڏاچي ڳالهائڻ لڳي ۽ چيائين تہ اي محمد صلي الله عليه وسلم! هي شخص منهنجي چارڻ ڪان بري آهي. پوءِ پاڻ ڪريم ﷺ جن ان شخص کي واپس گهرايو ۽ پڇيائين تہ واپس ورڻ وقت تو ڇا پڙهيو؟ عرض ڪيائين تہ مان هي لفظ چيا هئا. حضور ﷺ ارشاد فرمايو تہ، "انهيءَ جي ڪري مون ملائڪن کي ڏٺو تہ انهن مديني جي بازارن کي ڀري ڇڏيو. ايتري تائين جو اهي منهنجي ۽ تنهنجي وچ ۾ اچي ويا"، پوءِ حضور ﷺ ان شخص کي چيو تہ، "تون قيامت جي ڏينهن جڏهن پل صراط تي ايندين تہ تنهنجو منهن چوڏهينءَ جي چنڊ کان وڌيڪ روشن هوندو."

٣٥. علامہ ابو القاسم بستوي رحمة الله عليہ پنهنجي ڪتاب "الدر المنظم في المولد المعظم" ۾ ذڪر ڪيو آهي تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن کان مروي آهي تہ حضور صلى الله عليه وسلم ارشاد فرمايو تہ، "جيڪو شخص هي درود شريف پڙهندو اهو مون کي خواب ۾ ڏسندو ۽ جيڪو مون کي خواب ۾ ڏسندو اهو قيامت جي ڏينهن مون کي ڏسندو ۽ جيڪو مون کي قيامت جي ڏينهن ڏسندو ان لاءِ آءٌ شفاعت ڪندس ۽

جنهن جي آءُ شفاعت ڪندس اهو منهنجي حوض ڪوثر مان پاڻي پيئندو، ۽ الله سائين ان جي جسم تي دوزخ جي باهه حرام ڪري ڇڏيندو."

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى رُوْحِ مُحَمَّدٍ فِى الْاَرْوَاحِ ، وَصَلِّ عَلٰى جَسَدِ مُحَمَّدٍ فِى الْاَجْسَادِ ، وَصَلِّ عَلٰى قَبْرِ مُحَمَّدٍ فِى الْقُبُوْرِ ،

"اي الله! محمد ﷺ جي روح تي رحمت نازل فرماءِ روحن ۾. ۽ محمد ﷺ جي جسم تي رحمت نازل فرماءِ جسمن ۾. ۽ محمد ﷺ جي قبر تي رحمت نازل فرماءِ قبرن ۾!"

شيخ عبدالحق دهلوي رحمة الله عليه "جذب القلوب" ۾ فرمائن ٿا تہ هي درود شريف حرمين شريفين ۾ گهڻو پڙهيو ويندو آهي ۽ آهي ان تي هنن لفظن جو واڌارو ڪندا آهن:

وصل علي اسم محمد في الاسماء ،

"۽ محمد ﷺ جي نالي تي رحمت نازل فرماءِ نالن ۾"

٣٦. حافظ سخاوي رحہ "قول بديع" ۾ درود شريف جون ماثور ڪيفيتون بيان ڪندي فرمايو آهي تہ ديلمي "فردوس" ۾ حضرت ابن عباس رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن هي دعا سيکاري:

اَللّٰهُمَّ اِنِّىْ اَسْئَلُكَ يَا اَللّٰهُ يَا رَحْمٰنُ يَا رَحِيْمُ ، يَا جَارَ الْمُسْتَجِيْرِيْنَ ، يَا اَمَانَ الْخَائِفِيْنَ ، يَا عِمَادَ مَنْ لَا عِمَادَ لَهٗ ، يَا سَنَدَ مَنْ لَا سَنَدَ لَهٗ ، يَا ذُخْرَ مَنْ لَا ذُخْرَ لَهٗ ، يَا حِرْزَ الضُّعَفَاءِ ، يَا كَنْزَ الْفُقَرَاءِ ، يَا عَظِيْمَ الرَّجَاءِ ، يَا مُنْقِذَ الْهَلْكٰى ، يَا مُنْجِىَ الْغَرْقٰى ، يَا مُحْسِنُ يَا مُجْمِلُ يَا مُنْعِمُ يَا مُفْضِلُ ، يَا عَزِيْزُ يَا جَبَّارُ ، يَا مُنِيْرُ اَنْتَ الَّذِىْ سَجَدَ

لَكَ سَوَادُ اللَّيْلِ وَضَوْءُ النَّهَارِ وَشُعَاعُ الشَّمْسِ وَحَفِيفُ الشَّجَرِ وَدَوِيُّ الْمَاءِ، وَنُورُ الْقَمَرِ، يَا اللّٰهُ اَنْتَ اللّٰهُ لَاشَرِيْكَ لَكَ، اَسْئَلُكَ اَنْ تُصَلِّيَ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ وَعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ،

”اي الله! مان توکان پنان ٿو. اي الله! اي رحمٰن! اي رحيم! اي پناهہ گهرندڙن کي پناهہ ڏيندڙ! اي ڊڄندڙن کي امان ڏيندڙ! اي بي سهارن جا سهارا! اي بي ذخيرن جا ذخيرا! اي ڪمزورن جي پناهہ! اي محتاجن جا خزانا! اي سائين جنهن ۾ تمام وڏي اميد آهي، اي هلاڪ ٿيندڙ کي بچائيندڙ! اي ٻڏندڙن کي تاريندڙ! اي احسان ڪندڙ! اي ڀلائي ڪندڙ! اي ٿورو ڪندڙ! اي فضل ڪندڙ! اي غالب! اي روشني عطا ڪرڻ وارا! تنهنجي ذات اها آهي جنهن کي سجدو ڪندي آهي رات جي اونداهي، ڏينهن جي روشني، سج جا ڪرڻا ۽ وڻن جي پنن جي سرڙاٽ، پاڻيءَ جو شرڙاٽ ۽ چنڊ جو نور. اي الله! تون حقيقي معبود آهين، تنهنجو ڪوبہ شريڪ ناهي، آءٌ توکي ٻاڏايان ٿو تہ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ جيڪو تنهنجو ٻانهو ۽ رسول آهي.“

سخاوي رحہ اهو بيان ڪري چوي ٿو تہ هي حديث ضعيف آهي ۽ اڳ اها ڳالهہ گذري چڪي آهي تہ فضائل اعمال ۾ حديث جو ضعف ۽ ڪمزوري بالاتفاق عمل ڪرڻ کان مانع (روڪيندڙ) نہ آهي، ۽ علامہ ابو الفتح مقدسي ”ڪتاب الادعية المستجابات“ ۾ چيو آهي تہ حضرت ابن عباس رضي الله عنہ فرمائن ٿا تہ حضور ڪريم ﷺ جن ارشاد فرمايو تہ، ”جيڪو پريشان شخص هيءَ دعا گهرندو ان جي پريشاني رب سائين ختم فرمائيندو، انهي ڪري حافظ سيوطي رحہ پنهنجي ”اذڪار“

۾ هن دعا کي پريشانيءَ کان نجات جي دعائن ۾ ذڪر ڪيو آهي.“

٣٧. ديلمي رحمة الله عليه ”فردوس“ ۾ حضرت واثلہ بن اسقع رضي الله عنہ کان روايت ڪئي آهي تہ جنهن وقت حضور صلي الله عليه وسلم بيبي فاطمہ رضي الله عنها، حضرت علي رضي الله عنه ۽ حسنين رضي الله عنهم کي پنهنجي چادر هيٺان گڏ فرمايو ان وقت هيءَ دعا پڙهيائون:

اَللّٰهُمَّ قَدْ جَعَلْتَ صَلَوَاتِكَ وَرَحْمَتَكَ وَمَغْفِرَتَكَ وَرِضْوَانَكَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَاٰلِ اِبْرَاهِيْمَ، اَللّٰهُمَّ فَاجْعَلْ صَلَوَاتِكَ وَرَحْمَتَكَ وَمَغْفِرَتَكَ وَرِضْوَانَكَ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ،

”اي الله! تون پنهنجون عنايتون، رحمتون، بخششون ۽ رضامنديون حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ آل ابراهيم تي فرمايون آهن، اي الله! پوءِ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي بہ پنهنجون عنايتون، رحمتون، بخششون ۽ رضامنديون فرماءِ.“ واثلہ چئي ٿو تہ مان ان وقت دروازي وٽ بيٺو هئس، پوءِ مون چيو ”اي الله جا رسول ﷺ مون تي بہ“ حضور ﷺ فرمايو تہ ”اي الله واثلہ تي بہ.“

حافظ سخاوي رحمة الله عليه اها حديث نقل ڪري چوي ٿو تہ: ”هيءَ حديث ضعيف آهي.“ ۽ فضائل اعمال ۾ ضعيف حديث ۾ بالاتفاق حجت آهي، پر جيڪو شخص برڪت خاطر هي درود شريف پڙهي ان کي گهرجي تہ ان جي آخر ۾ عليٰ وعليهم ، جي بجاءِ عليٰ محمد ﷺ وعلي آل محمد جا لفظ چوي ............ والله تعاليٰ اعلم

٣٨. ابن سبع ”شفا“ ۾ ۽ ابو سعيد ”شرف المصطفيٰ ﷺ“ ۾ روايت ڪئي آهي تہ حضور صلى الله عليه وسلم ۽ صديق اڪبر رضي الله

تعاليٰ عنہ جي وچ ۾ ٻيو ڪو بہ نہ ويهندو هو. هڪ ڏينهن هڪ شخص آيو جنهن کي حضور ﷺ پنهنجي ۽ صديق اڪبر رضہ جي وچ ۾ ويهاريو. صحابہ سڀئي تعجب ڪرڻ لڳا. جڏهن اهو شخص ٻاهر هليو ويو تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ، "هي شخص مون تي درود شريف پڙهندو رهندو آهي."

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰی مُحَمَّدٍ كَمَا تُحِبُّ وَتَرْضٰى لَهٗ ؕ

"اي الله! محمد صلي الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تہ تون محمد ﷺ کي محبوب رکين ٿو ۽ پسند فرمائين ٿو."

حافظ سخاوي رحہ ان روايت کي نقل ڪري چوي ٿو تہ آءٌ انجي سَنَدَ کان واقف نہ آهيان ۽ جيڪڏهن هي ثابت بہ ٿئي تہ ان کان هي ڳالهہ لازم نہ ٿي اچي تہ صديق اڪبر رضہ کان سواءِ ڪو ٻيو شخص پاڻ ڪريم ﷺ جن کي وڌيڪ ويجهو هو. جو تہ ائين ممڪن آهي تہ حضور صلي الله عليه وسلم ان جي دلجوئي لاءِ ائين ڪيو هجي تہ جيئن هو اهو درود شريف هميشہ پڙهندو رهي يا حاضرين کي ترغيب ڏيارڻ مقصود هئي يا ڪو ٻيو ارادو فرمايو هئائون. جنهن مان صديق اڪبر رضہ کان سواءِ ڪنهن ٻي جو وڌيڪ محبوب هجڻ لازم نٿو اچي.

٣٩. حافظ سخاوي رح "قول بديع" ۾ فرمائي ٿو تہ ابن ابي عاصم پنهنجين ڪجهہ تصنيفن ۾ مرفوع حديث روايت ڪئي آهي تہ حضور صلي الله عليه وسلم فرمايو تہ، "جيڪو شخص ستن جمعن تائين هي درود شريف هر جمع تي ست ڀيرا پڙهي ان لاءِ منهنجي شفاعت واجب آهي."

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ صَلٰوةً تَكُوْنُ لَكَ رِضًى وَّلِحَقِّهٖ اَدَاءً ؕ وَّ اَعْطِهِ الْوَسِيْلَةَ وَالْمَقَامَ الَّذِىْ وَعَدْتَّهٗ ؕ وَاجْزِهٖ عَنَّا مَاهُوَ

اَهْلُهُ، وَاجْزِهِ عَنَّا اَفْضَلَ مَاجَزَيْتَ نَبِيًّا عَنْ اُمَّتِهٖ وَصَلِّ عَلٰى جَمِيْعِ اِخْوَانِهٖ مِنَ النَّبِيِّيْنَ وَالصِّدِّيْقِيْنَ وَالشُّهَدَاءِ وَالصَّالِحِيْنَ يَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ.

اي الله ! حضرت محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ، جيڪا تنهنجي پسنديده هجي ۽ جنهن جي ذريعي پاڻ ڪريم ﷺ جن جوْ حق ادا ٿي وڃي. ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن کي "وسيلو" ۽ اهو مقام عطا فرماءِ جنهن جو تو ساڻس وعدو فرمايو آهي، پاڻ ڪريم ﷺ جن کي اسان جي طرفان اهڙي جزا عطا فرماءِ، جنهن جا اُهي لائق آهن ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن کي بهتر کان بهتر اجر عطا فرماءِ، جو تو ڪنهن نبي سڳوري کي امت طرفان عطا ڪيو آهي ۽ ان جي سمورن ڀائرن، نبين، صديقن، شهيدن، صالحن تي رحمت نازل فرماءِ اي ارحم الراحمين."

۴۰. ابن حبان پنهنجي "صحيح" ۾ ابويعليٰ موصلي ۽ پنهنجي "مُسْنَد" ۾، بيهقي پنهنجي ڪتاب الادب ۾ ۽ ٻين بزرگن حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي ته حضور صلي الله عليه وسلم ارشاد فرمايو ته "جيڪو مسلمان خيرات ڪرڻ لاءِ ڪا به شئي نه رکندو هجي، جنهن کي راه خدا ۾ خرچ ڪري، اهو هي درود شريف پڙهي، اهو ان لاءِ زڪواة (جي قائمقام) آهي."

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ، وَصَلِّ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنَاتِ وَالْمُسْلِمِيْنَ وَالْمُسْلِمَاتِ،

"اي الله! پنهنجي ٻانهي ۽ پنهنجي پيغمبر حضرت محمد صلی الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ ۽ ايمان وارن مردن ۽ عورتن ۽ مسلمان مردن ۽ عورتن تي رحمت نازل فرماءِ."

۴۱. طبراني معجم ڪبير ۾ حضرت ابو امامه رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي ته حضور ﷺ ارشاد فرمايو ته. "جيڪو شخص هر فرض نماز کان پوءِ هي درود شريف پڙهندو قيامت جي ڏينهن ان لاءِ منهنجي شفاعت حلال ٿي ويندي."

اَللّٰهُمَّ اَعْطِ مُحَمَّدَنِ الْوَسِيْلَةَ وَاجْعَلْ فِى الْمُصْطَفَيْنَ مَحَبَّتَهٗ وَفِى الْعٰلِيْنَ دَرَجَتَهٗ وَفِى الْمُقَرَّبِيْنَ دَارَهٗ ،

اي الله! حضرت محمد صلی الله عليه وسلم کي "الوسلية" عطا فرماءِ ۽ نيڪ ٻندن ۾ ان جي محبت ۽ مرتبي وارن ۾ ان جو مقام ۽ ويجهن ماڻهن ۾ ان جو گهر ٻڌاءِ."

حافظ سخاوي رحه هن حديث کي بيان ڪري چوي ٿو ته ان جي سَنَد ۾ مطرح بن يزيد راوي ضعيف آهي، ۽ فضائل اعمال ۾ ضعيف حديث جو حجت هجڻ ظاهر آهي، جيئن ڪئي ڀيرا اڳي گذري چڪو آهي.

۴۲. ابن وهب پنهنجي "جامع" ۾ حضرت جابر بن عبدالله کان روايت ڪئي آهي ته حضور صلي الله عليه وسلم ارشاد فرمايو ته. "جيڪو شخص اذان ٻڌي هي درود شريف پڙهندو ان لاءِ منهنجي شفاعت حلال ٿي ويندي.

اَللّٰهُمَّ رَبَّ هٰذِهِ الدَّعْوَةِ التَّامَّةِ وَالصَّلٰوةِ الْقَائِمَةِ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ

عَبۡدِكَ وَرَسُوۡلِكَ، وَاَعۡطِهِ الۡوَسِيۡلَةَ وَالشَّفَاعَةَ يَوۡمَ الۡقِيَامَةِ.

"اي الله! هن ڪامل سڏ جا مالڪ ۽ قائم ٿيندڙ نماز جا رب، پنهنجي ٻانهي ۽ پيغمبر حضرت محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ڪيس قيامت جي ڏينهن وسيلو ۽ شفاعت عطا فرماءِ."

حافظ سخاوي رحه فرمائي ٿو ته هتي حلال هجڻ مان مراد واجب ٿي وڃڻ آهي ۽ مطلب هي آهي ته، "ان لاءِ منهنجي شفاعت واجب ٿي ويندي." ڪيترين روايتن ۾ ان جي وضاحت آئي آهي. حضرت جابر رضه جي حديث جي ظاهري لفظن مان معلوم ٿئي ٿو ته هي درود شريف اذان مهل پڙهيو وڃي پر مراد هي آهي ته اذان کان پوءِ پڙهيو وڃي جيئن ٻين حديثن ۾ ان جي وضاحت آيل آهي.

۴۳. امام احمد رحه پنهنجي "مُسْند" ۾ ۽ ابن السنيءَ "عمل اليوم والليله" ۾ حضرت جابر بن عبدالله رضه کان روايت ڪئي آهي ته حضور ڪريم ﷺ ارشاد فرمايو ته، "جيڪو شخص مؤذن جي اذان مهل هي درود شريف پڙهندو، الله سائين سندس دعا قبول فرمائيندو."

اَللّٰهُمَّ رَبَّ هٰذِهِ الدَّعۡوَةِ التَّامَّةِ وَالصَّلَاةِ الۡقَائِمَةِ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّارۡضَ عَنۡهُ رِضًى لَّا سَخَطَ بَعۡدَهٗ.

"اي الله! هن ڪامل سڏ ۽ قائم (ٿيندڙ) نماز جا رب، محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ان کان اهڙو راضي ٿيءُ جو ان کان پوءِ ناراضگي نه هجي."

۴۴. طبرانيءَ "معجم ڪبير" ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنه

کان روايت ڪئي آهي تہ حضور ﷺ ارشاد فرمايو تہ، ”جيڪو شخص اذان ٻڌي. هيءَ دعا پڙهندو ان لاءِ منهنجي شفاعت واجب ٿي ويندي.“

اَشْهَدُ اَنْ لَّا اِلٰـهَ اِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهٗ لَا شَرِيْكَ لَهٗ وَاَنَّ مُحَمَّدًا عَبْدُهٗ وَرَسُوْلُهٗ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّبَلِّغْهُ دَرَجَةَ الْوَسِيْلَةِ عِنْدَكَ وَاجْعَلْنَا فِيْ شَفَاعَتِهٖ يَوْمَ الْقِيَامَةِ،

”مان شاهدي ڏيان ٿو تہ الله تعاليٰ کانسواءِ ڪوبہ معبود نہ آهي، هو اڪيلو آهي، انجو ڪو بہ شريڪ نہ آهي ۽ بيشڪ محمد ﷺ سندس ٻانهو ۽ رسول آهي، اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ۽ ان کي پاڻ وٽ الوسيلہ جي درجي تي پهچاءِ ۽ قيامت جي ڏينهن اسان کي سندس شفاعت ۾ داخل فرماءِ.“

۴۵. طبراني ڪتاب الدعا ۾ ۽ ابن ابي عاصم حضرت ابو الدرداء رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ حضور ﷺ جن جڏهن مؤذن جي اذان (ٻانگ) ٻڌندا هئا تہ هي دعا پڙهندا هئا:

اَللّٰهُمَّ رَبَّ هٰذِهِ الدَّعْوَةِ التَّامَّةِ وَالصَّلَاةِ الْقَائِمَةِ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰتِهٖ سُؤْلَهٗ يَوْمَ الْقِيَامَةِ،

”اي الله! هن ڪامل پڪار ۽ قائم ٿيندڙ نماز جا مالڪ، محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ۽ قيامت جي ڏينهن ڪيس هر اها شيءِ عطا ڪر جيڪا هو گهري.“

حضور صلي الله عليه وسلم موجود ماٺهن کي اهي لفظ ٻڌائي

فرمائيندا هئا ۽ پسند ڪندا هئا تہ، "ماڻهو بہ اذان ٻڌي اهي لفظ چون ۽ جيڪي شخص اهي لفظ چوندا تن لاءِ منهنجي شفاعت (قيامت جي ڏينهن) واجب ٿيندي."

٤٦. امام نسائي "سنن" ۾ امام حسن بن علي رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ حضور انور ﷺ مون ڪي هي جملا سيڪاريا تہ جيئن آءُ انهن کي وتر ۾ پڙهان "اللّٰهم اهدني في من هديت...کان تبارک وتعاليت" تائين. ۽ علامہ روياني شافعي رح "حليہ" ۾ سنن نسائي کان نقل ڪيو آهي تہ حضرت حسن رضہ دعا قنوت کان پوءِ هنن لفظن سان درود شريف پڙهندا هئا:

وَصَلَّى اللّٰهُ عَلَى النَّبِيِّ مُحَمَّدٍ وَّسَلَّمَ ،

"الله پاڪ نبي محمد ﷺ تي رحمت ۽ سلامتي نازل فرماءِ."

اهڙي طرح علامہ محب الدين طبريؒ بہ قنوت وتر جي آخر ۾ ان درود شريف کي نقل ڪندي چيو آهي مگر طبريؒ 'وسلم' جو لفظ بيان نہ ڪيو آهي.

٤٧. ابن السنئي "عمل اليوم والليله" ۾ حضرت انس رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ حضور ﷺ جڏهن مسجد ۾ داخل ٿيندا هئا تہ فرمائيندا هئا:

بِسْمِ اللّٰهِ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ ،

"الله جي نالي سان (داخل ٿيان ٿو)، اي الله حضرت محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ." ۽ جڏهن مسجد مان نڪرندا هئا تڏهن بہ اهي لفظ چوندا هئا.

٤٨. خطيب حضرت انس رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ حضور ﷺ ارشاد فرمايو تہ جيڪو شخص جمع جي ڏينهن مون تي (80) اسي ڀيرا

درود شريف پڙهندو. الله تعالىٰ ان جي اسي سالن جا گناهہ معاف ڪري ڇڏيندو. عرض ڪيو ويو تہ اي الله جا رسول ﷺ اوهان تي درود شريف ڪيئن پڙهجي، فرمايائون تہ، هينئن چيو وڃي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَنَبِيِّكَ وَرَسُوْلِكَ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَسَلِّمْ تَسْلِيْمًا.

”اي الله! پنهنجي ٻانهي ۽ پنهنجي پيغمبر ۽ پنهنجي رسول نبي امي حضرت محمد ﷺ ۽ ان جي آل تي رحمت نازل فرماءِ ۽ سلامتي نازل ڪر خوب سلامتي.“

ان کي اسي مان هڪ ٻيرو شمار ڪري.

حافظ سخاوي رحہ چوي ٿو تہ ابن جوزي انهن حديثن کي ”احاديث واهيہ“ ۾ شمار ڪيو آهي، پر دار قطني بہ ان کي مرفوع طريقي سان بيان ڪيو آهي ۽ ابن عبدالله بن نعمان ۽ حافظ زين الدين عراقي وضاحت ڪئي آهي تہ دار قطني جي روايت حسن آهي. ۽ شيخ عبدالحق دهلوي ان کي ”جذب القلوب“ ۾ شرح منهاج کان نقل ڪيو آهي ۽ ان جي آخر ۾ وعلىٰ آله وسلم تسليما جي لفظن جو واڌارو ڪيو آهي.

٤٩. ابو يوسف جصاص پنهنجي ”فوائد“ ۾ حضرت علي بن ابي طالب رضي الله عنہ ۽ حضرت عبدالله بن مسعود رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ انهن ٻنهي فرمايو تہ حضور ﷺ جن اها دعا بيان فرمائي جيڪا عرفات ۾ بيهڻ وقت پڙهي وڃي ۽ ان ۾ هي درود شريف بيان ڪيو:

صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى وَمَلَائِكَتُهٗ عَلَى النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ، وَعَلَيْهِ السَّلَامُ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ.

"الله پاڪ ۽ ان جا ملائڪ رحمت نازل فرمائن نبي امي تي ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن تي سلام هجي ۽ الله جون رحمتون ۽ برڪتون هجن."

مصنف رحہ حاشيي ۾ فرمائي ٿو تہ "صلى الله" کان پوءِ تعاليٰ جو لفظ بہ چوڻ گهرجي توڙي اصل روايت ۾ ثابت نہ آهي.

٥٠. ابوالشيخ ديلمي مُسند فردوس ۾ حضرت ابو قرصافہ کان جنهن جو نالو جندره بن حسينہ آهي ۽ صحابي آهي، روايت ڪئي آهي تہ مون حضور صلى الله عليه وسلم کان ٻڌو تہ، "جيڪو شخص سمهڻ لاءِ پنهنجي بستري تي اچي ۽ سورة الملڪ پڙهي پوءِ چار ڀيرا هي لفظ چوي:

اَللّٰهُمَّ رَبَّ الْحِلِّ وَالْحَرَامِ وَرَبَّ الْبَلَدِ الْحَرَامِ وَرَبَّ الرُّكْنِ وَالْمَقَامِ وَرَبَّ الْمَشْعَرِ الْحَرَامِ بِحَقِّ كُلِّ اٰيَةٍ اَنْزَلْتَهَا فِيْ شَهْرِ رَمَضَانَ بَلِّغْ رُوْحِ مُحَمَّدٍ مِّنِّيْ تَحِيَّةً وَّسَلَامًا.

"اي الله! حل ۽ حرم جا رب ۽ عزت واري شهر جا رب ۽ رڪن ۽ مقام جا رب ۽ مشعر حرام جا رب، هر ان آيت جي صدقي جيڪا تو رمضان مهيني ۾ نازل فرمائي، منهنجي طرفان حضرت محمد ﷺ جي پاڪ روح کي ڪيڪار ۽ سلام پهچاءِ."

حضور ﷺ فرمايو تہ (چار ڀيرا پڙهڻ تي) الله تعاليٰ ٻہ فرشتا مقرر فرمائيندو جيڪي مون وٽ اچي چوندا تہ فلاڻو پٽ فلاڻي جو اوهان کي "السلام عليڪ ورحمة الله" چوي ٿو، پوءِ مان چوندس تہ فلاڻي پٽ فلاڻي کي منهنجي طرفان سلام ۽ الله جون رحمتون ۽ برڪتون هجن."

حافظ ضياء الدين "مختاره" ۾ چوي ٿو ته ان حديث جي ڪجهه راوين ۾ ڪلام (اعتراض) آهي.

٥١. حافظ ابن بشڪوال حضرت ابن عباس رضه ڪان روايت ڪئي آهي ته حضور صلي الله عليه وسلم ارشاد فرمايو ته، "جنهن به شخص ڪي ڇنڪ اچي اهو هيءَ دعا پڙهي:

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ عَلٰى كُلِّ حَالٍ وَصَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اَهْلِ بَيْتِهٖ

"الله جي ساراهه هر حال ۾، الله محمد ﷺ ۽ سندس اهل بيت تي رحمت نازل فرمائي."

الله پاڪ (ان ڇوڻ تي) هڪ پکي پيدا فرمائيندو ۽ اهو عرش هيٺان پنهنجن پرن کي ڦڙڪائي عرض ڪندو يا الله هنن لفظن چوڻ واري جي مغفرت فرماءِ.

علامه مجدد الدين فيروز آبادي ان حديث کي بيان ڪري چوي ٿو ته ان جي سند" لابأس به" آهي البته ان جي سَنَد ۾ يزيد بن ابي زياد آهي جنهن کي گهڻن عالمن ضعيف قرار ڏنو آهي پر امام مسلم متابعت واري طريقي سان ان ڪان روايت ڪئي آهي.

۽ حافظ سخاوي رح چوي ٿو ته ان قسم جي حديث ديلمي "فردوس" ۾ حضرت ابو سعيد خدري رضه ڪان مرفوعاً نقل ڪئي آهي پر ڇنڪ مهل درود شريف جي مستحب هجڻ ۾ عالمن جو اختلاف آهي، پوءِ ابو موسيٰ مديني ۽ هڪ جماعت انجي مستحب هجڻ جا قائل آهن ۽ جيڪا حديث بيهقي ۽ ديلمي حضرت انس بن مالڪ ڪان روايت ڪئي آهي ته حضور ﷺ فرمايو ته "ٽن موقعن تي منهنجو ذڪر نه ڪيو وڃي: ڇنڪ اچڻ وقت، ذبح ڪرڻ وقت، ۽ عجب ڪرڻ مهل" اها حديث صحيح نه آهي بلڪ انجي سَنَد ۾ اهڙا ماڻهو آهن جيڪي وضع حديث (حديث گهڙڻ) سان متهم آهن.

٥٢. فقيه صالح عمر بن سعيد ڪان سَنَد ڪان سواءِ روايت ڪيل

آهي ته حضورﷺ فرمايو ته جيڪو شخص روزانو ٣٣ ڀيرا هي درود شريف پڙهندو الله پاڪ ان جي قبر ۽ حضور ﷺ جي قبر جي وچان (پردا) کولي ڇڏيندو.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ صَلَاةً تَكُوْنُ لَكَ رِضًى وَّلِحَقِّهٖ اَدَاءً.

"اي الله! محمد ﷺ تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جيڪا توکي پسند هجي ۽ جنهن سان حضور ﷺ جو حق ادا ٿي وڃي."

بظاهر هي درود شريف نمبر ٣٩ ۾ آيل آهي پر لفظن جي گهٽ وڌ هجڻ ڪري ان کي الڳ بيان ڪيو ويو آهي.

٥٣. ابو موسىٰ مديني حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت ڪئي آهي ته حضورﷺ ارشاد فرمايو ته، "جيڪو مومن جمع جي رات ٻه رڪعتون نماز پڙهي ۽ هر رڪعت ۾ سورة فاتح کان پوءِ ٢٥ ڀيرا قل هو الله احد پڙهي تنهن کان بعد هزار ڀيرا هي درود شريف پڙهي:

صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّدِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ.

"الله پاڪ محمد ﷺ نبي امي تي رحمت نازل فرمائي."

ايندڙ جمع اچڻ کان اڳ خواب ۾ ان کي منهنجي زيارت نصيب ٿيندي ۽ جنهن کي منهنجي زيارت نصيب ٿيندي الله تعاليٰ ان جا گناهه بخشي ڇڏيندو."

حافظ سخاوي رح ان حديث کي ذڪر ڪرڻ کان پوءِ فرمائي ٿو ته هي حديث صحيح نه هوندي.

جيڪڏهن چيو وڃي ته جڏهن امام سخاوي رح ان حديث جي

صحيح نہ هجڻ جي وضاحت ڪئي تہ پوءِ ان کي ان ڪتاب ۾ ڇو شامل ڪيائين؟ جواب هي آهي تہ صحيح نہ هجڻ مان هي لازم نٿو اچي تہ موضوع (گهڙيل) آهي ڇو تہ شايد ان ۾ ڪو راوي ضعيف هجي ۽ حديث جو ضعيف هجڻ فضائل اعمال ۾ عمل ڪرڻ کان روڪيندڙ نہ آهي،جيئن ڪيترا ڀيرا گذري چڪو آهي.

٥٤. ف: ـ حضرت مصنف حاشيہ ۾ "جذب القلوب" مان نقل ڪيو آهي تہ حديث ۾ آيو آهي، تہ "جيڪو شخص جمع جي ڏينهن هڪ هزار ڀيرا درود شريف پڙهندو اهو مرڻ کانِ اڳ جنت ۾ پنهنجي جاءِ ڏسڻ کان سواءِ نہ مرندو.اهو درود شريف هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ اَلْفَ اَلْفِ مَرَّةٍ ؕ

"اي الله! محمد ﷺ تي هزار هزار (يعني ڏهہ لک ڀيرا) رحمت نازل فرماءِ."

## پهرين فصل جي پڄاڻي

درود شريف جي انهن روايتن جي بيان ۾، جن تي ڪجهہ محدثين موضوع (هٿرادو، گهڙيل) هجڻ جو حڪم لاڳو ڪيو آهي، جيڪي ني آهن:

٥٥. (١) ابو موسىٰ مديني حضرت ابن عباس رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي تہ حضور صلى الله عليه وسلم فرمايو تہ، "جيڪو شخص جمع جي رات ڏهہ دفعا هي درود پڙهي الله تعاليٰ ان لاءِ هڪ لک نيڪيون لکندو، ان جا هڪ لک گناهہ مٽائيندو ۽ ان جا هڪ لک درجا بلند فرمائيندو. پوءِ جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو تہ هي شخص حضرت ابراهيم علىٰ نبينا و عليه السلام سان گڏ ان جي قبي ۾ هوندو.

يَادَائِمَ الْفَضْلِ عَلَى الْبَرِيَّةِ، يَابَاسِطَ الْيَدَيْنِ بِالْعَطِيَّةِ، يَاصَاحِبَ

الْمَوَاهِبِ السَّنِيَّةِ، صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ خَيْرِ الْوَرٰى بِالسَّجِيَّةِ، وَاغْفِرْ لَنَا يَا ذَا الْعُلٰى فِي هٰذِهِ الْعَشِيَّةِ.

”اي مخلوق تي هميشہ فضل ڪرڻ وارا، اي عطائن سان گڏ هٿن ڦيلائڻ وارا، اي بلند مرتبي وارن تحفن وارا، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ جيڪو عادتن ۽ خصلتن جي لحاظ کان مخلوقات مان سڀ کان بهتر آهي ۽ هن شام اسانجي مغفرت فرماءِ اي بلندين وارا.“

حافظ سخاوي رحہ ان کي نقل ڪري چوي ٿو تہ ابو موسيٰ ان حديث کي اهڙي سَنَد سان روايت ڪيو آهي جنهن ۾ هڪ راوي کي ڪوڙو قرار ڏنو ويو آهي.

٥٦. (٢) ابو موسيٰ مديني پڻ حضرت علي رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ ”جيڪو شخص هيٺيون درود ڏينهن ۾ ٽي ڀيرا ۽ جمع جي ڏينهن سؤ ڀيرا پڙهندو رهي تہ يقين سان سموري مخلوقات مٿس رحمت موڪليندي ۽ قيامت جي ڏينهن ان جو حشر حضور صلى الله عليه وسلم جي جماعت ۾ ٿيندو ۽ حضور صلى الله عليه وسلم سندس هٿ وٺي جنت ۾ داخل فرمائيندا.“

صَلَوَاتُ اللهِ وَمَلَائِكَتِهٖ وَاَنْبِيَائِهٖ وَرُسُلِهٖ وَجَمِيْعِ خَلْقِهٖ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ، وَّعَلَيْهِ وَعَلَيْهِمُ السَّلَامُ وَرَحْمَةُ اللهِ وَبَرَكَاتُهٗ.

”الله پاڪ جون رحمتون نازل ٿين، سندس ملائڪن جون ۽ سندس نبين جون، ۽ سندس رسولن جون ۽ سموري مخلوق جون رحمتون نازل ٿين. حضرت محمد ﷺ

۽ آل محمد تي، حضور ﷺ ۽ انهن تي سلام هجي ۽ الله جون رحمتون ۽ برڪتون هجن.“

حافظ سخاوي رحہ ان روايت کي ذڪر ڪري لکي ٿو تہ ان جي تخريج بہ ابو موسیٰ مديني حضرت علي رضہ کان ڪئي آهي مگر ان جي سَنَد باطل آهي.

٥٧. (٣) علامہ ابو الفرج ”ڪتاب المطرب“ ۾ ابو الحسن بڪري، عماره بن زيد مدني ۽ محمد بن اسحاق کان روايت ڪئي آهي تہ ان وچ ۾ حضور ﷺ مسجد ۾ آيا تہ هڪ اعرابي آيو ۽ ”السلام عليڪم“ چيائين، پوءِ حضور ﷺ ان اعرابي کي پنهنجي ۽ حضرت ابو بڪر صديق رضي الله عنه جي وچ ۾ ويهاريو. پوءِ حضور ﷺ فرمايو تہ، ”جبريل عليہ السلام مون کي ان اعرابي جي باري ۾ ٻڌايو آهي تہ هو مون تي اهڙو درود موڪليندو آهي جو ان کان پهريون ڪنهن بہ نہ موڪليو آهي،“ صديق اڪبر رضي الله عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ اهو ڪهڙي طرح درود شريف پڙهندو آهي؟ تہ جيئن آءٌ بہ پڙهان. حضور ﷺ فرمايو: ”اي ابوبڪر رضہ! اهو هي لفظ چوندو آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ فِى الْاَوَّلِيْنَ وَفِى الْاٰخِرِيْنَ وَفِى الْمَلَاِ الْاَعْلٰى اِلٰى يَوْمِ الدِّيْنِ ؕ

”اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، پهرين ۾ ۽ پوين ۾ ۽ ملاءِ اعلىٰ ۾ قيامت جي ڏينهن تائين.“

حافظ سخاوي رحہ ان کي ذڪر ڪرڻ کان بعد چوي ٿو تہ هي حديث منڪر بلڪہ موضوع (گهڙيل) آهي.

# ٻيو فصل

درود شريف جي انهن لفظن ۾ جيڪي پاڻ ڪريم جن (صلي الله عليه وسلم) خواب ۾ تلقين فرمايا يا خواب ۾ ڪين ﷺ خدمتن ۾ پيش ڪيا ويا.انهن جو تعداد اٺ آهي،جيئن اڳي اچي ٿو ۽ ان فصل ۾ هڪ مسئلو بيان ڪيو ويندو،جيڪو ان مقام سان مناسبت رکي ٿو.

## سهڻو فائدو

سوال :۔جيڪڏهن چيو وڃي تہ عالمن وضاحت ڪئي آهي تہ خواب ۾ ڏسڻ وارو جيڪي ڪجهہ حضور صلي الله عليه وسلم کان ٻڌي، ان تي عمل نہ ڪري، ان ڪري نہ جو ڏسڻ ۾ شڪ آهي، بلڪہ ان ڪري جو انبياء عليهم السلام کان علاوه ٻي جو، الهام يا خواب شرعي معاملن جي معرفت جي سببن مان نہ آهي؟

جواب:۔علامہ مير جمال الدين محدث رحمة الله عليہ" روضة الاحباب" ۾ فرمائي ٿو تہ، "خواب ۾ ڏسڻ وارو حضور صہ کان جيڪي ڪجهہ احڪام ٻڌي، متس عمل نہ ڪري، احڪام جو قيد لڳائڻ ان تي دلالت ڪري ٿو تہ غير احڪام ۾ ان تي عمل جائز آهي،جيئن فضائل اعمال.چو تہ فقهي روايتن ۾ قيد لڳائڻ ان تي دلالت ڪندو آهي تہ جتي هي قيد نہ هجي اتي هي حڪم نہ لڳندو."

پڻ عالمن فقهي احڪام ۾ سختي ڪئي آهي،ايستائين جو ان ۾ ضعيف حديث کي بہ قبول نٿا ڪن، مگر فضائل اعمال ۾ تسامح ڪري ان ۾ ضعيف حديث کي بہ حجت شمار ٿا ڪن. اهوئي سبب آهي جو خواب ۾ حضور صلي الله عليه وسلم کان درود شريف جون جيڪي ڪيفيتون منقول آهن تن کي عالمن پنهنجن رسالن ۾ شامل ڪيو آهي، جيئن اڳي اچي ٿو.

٥٨. (١) حافظ سخاوي رحہ قول بديع ۾ چيو آهي تہ طبراني رحمة

الله عليہ پنهنجي "ڪتاب الدعا" ۾ ذڪر ڪيو آهي تہ مون خواب ۾ حضور ﷺ جي زيارت ڪئي، ان صفت مطابق جيڪي اسان کي حضور ﷺ جون صفتون پهتيون آهن، مون پاڻ ڪريم ﷺ جن کي هن طرح سلام عرض ڪيو. "السلام عليک ايها النبي ورحمة الله وبرڪاتہ" پوءِ عرض ڪيم تہ مون کي رب ڪريم چند لفظ الهام فرمايا آهن سي چوندو رهان، فرمايائون ڪهڙا لفظ آهن؟ عرض ڪيم تہ هي لفظ آهن:

اَللّٰهُمَّ لَكَ الْحَمْدُ بِعَدَدِ مَنْ حَمِدَكَ، وَلَكَ الْحَمْدُ بِعَدَدِ مَنْ لَّمْ يَحْمَدْكَ، وَلَكَ الْحَمْدُ كَمَا تُحِبُّ اَنْ تُحْمَدَ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ مَنْ صَلّٰى عَلَيْهِ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ مَنْ لَّمْ يُصَلِّ عَلَيْهِ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا تُحِبُّ اَنْ يُّصَلّٰى عَلَيْهِ،

"اي الله! تنهنجي لاءِ حمد (تعريف) آهي انهن ماڻهن جيترو جن تنهنجو حمد ڪيو ۽ تنهنجي لاءِ حمد آهي انهن ماڻهن جيترو جن تنهنجو حمد نہ ڪيو ۽ تنهنجي لاءِ ان نموني حمد آهي،جيئن تون پسند فرمائين تہ تنهنجو حمد ڪيو وڃي، اي الله! محمد صلي الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ،انهن ماڻهن جيتري جن مٿس درود پڙهيو ۽ مٿس رحمت نازل فرماءِ انهن ماڻهن جيتري جن مٿس درود نہ پڙهيو ۽ محمد صلى الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تون پسند فرمائين تو تہ مٿس رحمت نازل ڪئي وڃي."

پوءِ حضور صلى الله عليه وسلم جن مشڪيا ايستائين جو حضور ﷺ جن جا اڳيان ڏند مبارڪ (ثنايا) ظاهر ٿيا ۽ مون ڏٺو تہ مبارڪ ڏندن جي وچ ۾ جيڪو فاصلو هو ان مان نور ظاهر ٿيو."

ان خواب جو قصو ڏگھو آهي، هتي مقصد جي ڳالھہ تي اڪتفا ڪئي وئي آهي.

٥٩. (٢) علامہ فاڪھاني مالڪي چوي ٿو تہ، "مون ڪي درود شريف جا هي لفظ الھام ٿيا هئا، پوء علم وارن جي هڪ جماعت مون ڪان لکرائي اهي لفظ ياد ڪيا، تنهن ڪان بعد مون ڪي ٻڌايو ويو تہ اسانجي مالڪين مان ڪجھہ شاگردن خواب ۾ ڏٺو تہ آءُ منبر رسول ﷺ تي انهن لفظن سان درود موڪلي رهيو آهيان، والحمد لله على ذالک" اهي لفظ هي آهن:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ الَّذِىْ اَشْرَقَتْ بِنُوْرِهِ الظُّلَمُ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ الْمَبْعُوْثِ رَحْمَةً لِّكُلِّ الْاُمَمِ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ الْمُخْتَارِ لِلسِّيَادَةِ وَالرِّسَالَةِ قَبْلَ خَلْقِ اللَّوْحِ وَالْقَلَمِ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ الْمَوْصُوْفِ بِاَفْضَلِ الْاَخْلَاقِ وَالشِّيَمِ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ الْمَخْصُوْصِ بِجَوَامِعِ الْكَلِمِ وَخَوَاصِّ الْحِكَمِ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ الَّذِىْ كَانَ لَا تُنْتَهَكُ فِىْ مَجْلِسِهِ الْحُرَمُ وَلَا يَقْضِىْ عَمَّنْ ظَلَمَ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ الَّذِىْ كَانَ اِذَا مَشٰى تُظَلِّلُهُ الْغَمَامَةُ حَيْثُ مَا يَمَّمَ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ الَّذِىْ انْشَقَّ لَهُ الْقَمَرُ وَكَلَّمَهُ الْحَجَرُ وَاَقَرَّ بِرِسَالَتِهٖ وَصَمَّمَ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ الَّذِىْ اَثْنٰى عَلَيْهِ رَبُّ الْعِزَّةِ نَصًّا فِىْ سَائِرِ الْقِدَمِ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ الَّذِىْ صَلّٰى رَبُّنَا فِىْ مُحْكَمِ كِتَابِهٖ وَاَمَرَ اَنْ يُّصَلّٰى عَلَيْهِ وَيُسَلَّمَ، صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَاَزْوَاجِهٖ مَا انْهَكَّتِ الدِّيَمُ، وَمَا جَرَّتْ عَلَى الْمُذْنِبِيْنَ اَذْيَالُ الْكَرَمِ، وَسَلَّمَ تَسْلِيْمًا وَّشَرَّفَ وَكَرَّمَ،

"اي الله! اسانجي آقا حضرت محمد صلی الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ جنهن جي نور سان اونداهيون ختم ٿيون، اي الله! اسان جي آقا حضرت محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، جنهن کي سڀني امتن لاءِ رحمت ڪري موڪليو ويو. اي الله! اسانجي آقا حضرت محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، جنهن کي لوح ۽ قلم جي تخليق کان اڳ پيغمبري ۽ اڳواٽي لاءِ چونڊيو ويو. اي الله! اسانجي آقا حضرت محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، جيڪو بهترين اخلاق ۽ خصلتن سان موصوف آهي. اي الله! اسانجي آقا حضرت محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيڪو جامع ڪلمن ۽ خاص حڪمتن سان مخصوص آهي. اي الله! اسانجي آقا حضرت محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جنهن جي مجلس ۾ ماڻهن جون عزتون پائمال نه ٿينديون هيون ۽ جيڪو ظلم ڪندڙ کان بدلو نه وٺندو هو. اي الله! اسانجي آقا حضرت محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيڪي جڏهن گهمندا هئا ته متن ڪڪري ڇانورو ڪندي هئي جيڏانهن به ارادو فرمائيندا هئا. اي الله! اسانجي آقا حضرت محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جنهن لاءِ چنڊ ٻه ٽڪر ٿيو، جنهن سان پٿرن ڳالهايو ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن جي رسالت جو اقرار ڪيو ۽ تصديق ڪئي. اي الله! اسانجي آقا حضرت محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جنهن جي رب العزة تعريف ۽ ثناءِ فرمائي، گذريل سڀني زمانن ۾. اي الله! اسانجي مولا حضرت محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، جنهن تي الله پنهنجي محڪم ڪتاب ۾ صلاة

موڪلي، صلاة سلام موڪلڻ جو حڪم فرمايو، الله پاڪ رحمت نازل فرمائي حضور ﷺ ۽ سندس آل ۽ گهر وارين تي،جيستائين مينهن وسن ۽ جيستائين گناهگارن تي سخا ۽ ڪرم جو دامن ڪشادو آهي ۽ سلام موڪلي خوب سلام ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن جي عزت ۽ احترام فرمائي."

٦٠(٣) حافظ سخاوي رحہ "قول بديع" ۾ فرمائي ٿو تہ ان ڪان پوءِ آءٌ هڪ ٻي درود شريف ڪان واقف ٿيس، جنهن جي باري ۾ اسانجي ڪجھ اعتماد وارن بزرگن فرمايو آهي تہ ان جو هڪ قصو آهي ۽ ان جو هڪ ڀيرو پڙهڻ ڏهہ هزار ڀيرا پڙهڻ جي برابر آهي مگر انهن بزرگن ان قصي کي بيان نہ ڪيو آهي.درود شريف هي آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ السَّابِقِ لِلْخَلْقِ نُوْرُهٗ، وَالرَّحْمَةِ لِلْعَالَمِيْنَ ظُهُوْرُهٗ، عَدَدَ مَنْ مَضٰى مِنْ خَلْقِكَ وَمَنْ بَقِيَ، وَمَنْ سَعِدَ مِنْهُمْ وَمَنْ شَقِيَ، صَلَاةً تَسْتَغْرِقُ الْعَدَّ وَتُحِيْطُ بِالْحَدِّ، صَلَاةً لَا غَايَةَ لَهَا وَلَا انْتِهَاءَ وَلَا اَمَدَ لَهَا وَلَا انْقِضَاءَ، صَلَاةً دَائِمَةً بِدَوَامِكَ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ كَذٰلِكَ، وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ عَلٰى ذٰلِكَ،

"اي الله ! اسانجي سائين حضرت محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، جنهن جو نور مخلوق کان اڳ هو ۽ جَنهن جو ظهور جهانن لاءِ رحمت هو (مٿس رحمت نازل فرماءِ) انهن ماڻهن جيتري جيڪي تنهنجي مخلوق مان گذري چڪا يا باقي آهن، ۽ جيڪي ڀاڳ وارا آهن يا نياڀاڳا آهن اهڙي رحمت جيڪا ڳاڻاٽي کي ختم ڪري ۽ جيڪا آخري حد کي وڪوڙي.اهڙي رحمت جنهن جي نہ ڪا غايت هجي نہ انتها، نہ انجي

ڪا حد هجي نہ ڪا پڇاڙي، اهڙي رحمت جيڪا تنهنجي هميشگي سان گڏ هميشہ هجي.اهڙي ريت پاڻ ڪريم ﷺ جي آل ۽ اصحاب تي، والحمدلله عليٰ ذالڪ."

سخاوي رحہ جنهن قصي ڏانهن اشارو ڪيو آهي، شيخ ابن حجر مڪي رحہ ان قصي کي بيان ڪيو آهي ۽ چيو آهي تہ اولياء ڪرام مان هڪ بزرگ هو،جنهن جو هر رات ڏهہ هزار ڀيرا درود شريف پڙهڻ معمول هو. هڪ ڀيري اهو بيمار ٿيو ۽ پنهنجو هي وظيفو پڙهڻ کان عاجز ٿيو،جنهن جي ڪري ڪيس وڏي ڳڻتي ۽ ڏک ٿيو، هڪ رات خواب ۾ ڪيس حضور ﷺ جي زيارت ٿي، حضور ﷺ ڪيس فرمايو تہ،"هي درود شريف هڪ ڀيرو پڙهندو ڪر تنهنجي لاءِ ڏهہ هزار ڀيرا پڙهڻ جي برابر ٿي ويندو." اهو خواب مان بيدار ٿيو تہ هي درود شريف ڪيس ياد هو. هي درود شريف اهو ئي آهي جيڪو مٿي گذري چڪو يعني اَللّٰهم صل عليٰ محمد السابق للخلق نوره (ڪان آخر تائين).

٦١. (۴) علامہ ڪمال الدين دميري شرح منهاج ۾ شيخ ابو عبدالله بن نعمان کان نقل ڪيو آهي تہ هو چوي ٿو تہ مون کي سؤ ڀيرا حضور ﷺ جي زيارت ٿي، آخري ڀيري مون عرض ڪيو، اي الله جا رسول ﷺ اوهان تي ڪهڙو درود شريف پڙهڻ افضل آهي، ارشاد فرمايائون تہ هي پڙهندو ڪر:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ الَّذِىْ مَلَأْتَ قَلْبَهٗ مِنْ جَلَالِكَ وَعَيْنَيْهِ مِنْ جَمَالِكَ، فَاَصْبَحَ فَرِحًا مَسْرُوْرًا مُّؤَيَّدًا مَّنْصُوْرًا،

"اي الله! اسانجي آقا حضرت محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جنهن جي دل کي تو پنهنجي جلال سان ڀري ڇڏيو ۽ سندن ﷺ اکين کي تو پنهنجي جمال

سان. پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ خوش، مسرور، حمايت وارا ۽ مدد ڪيل ٿي پيا."

٦٢. (٥) علامہ ابو عبدالله قسطلاني نقل ڪيو آهي تہ مون ڪي خواب ۾ سرور ڪائنات ﷺ جي زيارت ٿي ۽ مون سندن ﷺ خدمت ۾ پنهنجي فقروفاقہ (سڃائي ۽ بک)جي دانهن ڪئي،ارشاد فرمايائون تہ." هي درود شريف پڙهندو ڪر:"

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ وَهَبْ لَنَا اللّٰهُمَّ مِنْ رِزْقِكَ الْحَلَالِ الطَّيِّبِ الْمُبَارَكِ مَا تَصُوْنُ بِهٖ وُجُوْهَنَا عَنِ التَّعَرُّضِ اِلٰى اَحَدٍ مِّنْ خَلْقِكَ، وَاجْعَلْ لَنَا اللّٰهُمَّ اِلَيْهِ طَرِيْقًا سَهْلًا مِّنْ غَيْرِ تَعَبٍ وَّلَا نَصَبٍ وَّلَا مِنَّةٍ وَّلَا تَبِعَةٍ وَّجَنِّبْنَا اللّٰهُمَّ الْحَرَامَ حَيْثُ كَانَ وَاَيْنَ كَانَ وَعِنْدَ مَنْ كَانَ، وَحُلْ بَيْنَنَا وَبَيْنَ اَهْلِهٖ، وَاقْبِضْ عَنَّا اَيْدِيَهُمْ وَاصْرِفْ عَنَّا قُلُوْبَهُمْ، حَتّٰى لَا نَتَقَلَّبَ اِلَّا فِيْمَا يُرْضِيْكَ، وَلَا نَسْتَعِيْنُ بِنِعْمَتِكَ اِلَّا عَلٰى مَا تُحِبُّ، بِرَحْمَتِكَ يَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ.

" اي الله! حضرت محمد صلي الله عليه وسلم ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ۽ عطا ڪر اسانکي اي الله! پنهنجي حلال رزق، پاڪ ۽ مبارڪ مان ايترو جو پاڻ کي بچائي سگهون، مخلوق مان ڪنهن بہ هڪ جي اڳيان حاجت پيش ڪرڻ ڪان، ۽ بڻاءِ اسان لاءِ اي الله! آسان رستو تڪليف ۽ تڪاوٽ ڪانسواءِ، توري ۽ تاوان ڪانسواءِ ۽ بچاءِ اسانکي اي الله حرام کان جتي بہ هجي ۽ جنهن وٽ بہ هجي ۽ اسانجي ۽ حرام وارن جي وچ ۾ رڪاوٽ پيدا ڪر ۽ اسانجي هٿن کي ان کان بند فرماءِ ۽ اسانجي دلين کي ان کان

ڦير، ايستائين جو اسان ڪا ٻه ڇر پر نه ڪريون مگر ان عمل ۾ جيڪو توکي راضي ڪري ۽ اسان تنهنجي نعمت سان مدد نه وٺون مگر ان شيءِ ڪان جيڪا توکي محبوب هجي. اي ارحم الراحمين پنهنجي رحمت سان ائين ڪر."

٦٣. (٦) علامه شيرويه فرمائي ٿو ته مون عبدالله مڪيءَ ڪان ٻڌو. جيڪو چوندو هو ته مون ابو الفضل بن زيرڪ قومساني رحه ڪان ٻڌو، جنهن فرمايو ته خراسان جو هڪ شخص مون وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو ته مون خواب ۾ حضور ﷺ جي زيارت ڪئي، تنهن وقت آءُ مديني شريف جي هڪ مسجد ۾ هئس، حضور ﷺ فرمايو، "تون جڏهن پنهنجي ملڪ وڃين ته ابو الفضل بن زيرڪ کي اسانجا سلام چئجانءِ." ابو الفضل چوي ٿو ته مون ان شخص کي چيو،اي حضور ﷺ جا قاصد! توکي هي ٻه خبر آهي حضور ﷺ جي اهڙي رضا ۽ مهربانيءَ جو سبب ڇا آهي؟ ان شخص چيو ته پاڻ ڪريم ﷺ جن مون کي فرمايو آهي ته اهو اسان تي روزانو سؤ ڀيرا يا ان ڪان مٿي درود شريف موڪليندو آهي پوءِ ان شخص مون کي چيو،اوهان جيڪو درود شريف روزانو پڙهندا آهيو ان کي بيان ڪريو! مون چيو ته آءُ هيءُ درود شريف پڙهندو رهندو آهيان:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ جَزَى اللّٰهُ تَعَالٰى مُحَمَّدًا صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ عَنَّا مَا هُوَ اَهْلُهٗ،

"اي الله! محمد نبي امي ﷺ ۽ آل محمد تي رحمت نازل فرماءِ. الله پاڪ اسان جي طرف ڪان محمد ﷺ کي اهو بدلو عطا فرمائي جيڪو سندن ﷺ لائق آهي."

پوءِ ان شخص اهو درود شريف مون ڪان ياد ڪيو ۽ قسم کنيائين ته حضور صلي الله عليه وسلم جي نياپي ڪان اڳ نه آءُ توکي سڃاڻندو هوس، نه تنهنجي نالي جي ٻه خبر هئي. ابو الفضل چوي ٿو ته مون ان

شخص جي خدمت ۾ ڪجهه دنياوي تحفو پيش ڪيو. مگر ان قبول نه ڪيو ۽ غائب ٿي ويو ۽ وري ڪڏهن به ان کي نه ڏٺم.

٦۴. (٧) علامه فاڪهاني رحه پنهنجي ڪتاب "فجر منير" ۾ ذڪر ڪري ٿو ته "مون کي شيخ صالح موسىٰ ضرير رحه ٻڌايو ته هڪ دفعو آءٌ شور درياء ۾ هڪ ٻيڙي تي سوار ٿيس ، پوءِ اهڙي هوا گهلي جو ان جي ڪري گهٽ ئي ماڻهو ٻڏڻ کان بچندا آهن. ان حالت ۾ مون کي گهيرٽ اچي ويو. خواب ۾ سرورڪائنات ﷺ جي زيارت ٿي. حضور ﷺ فرمايو ته، "ٻيڙي وارن کي چئو ته هزار ڀيرا هي درود شريف پڙهن:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ صَلَاةً تُنْجِيْنَا بِهَا مِنْ جَمِيْعِ الْاَهْوَالِ وَ الْاٰفَاتِ، وَتَقْضِىْ لَنَا بِهَا جَمِيْعَ الْحَاجَاتِ، وَتُطَهِّرُنَا بِهَا مِنْ جَمِيْعِ السَّيِّاٰتِ، وَتَرْفَعُنَا بِهَا عِنْدَكَ اَعْلَى الدَّرَجَاتِ وَتُبَلِّغُنَا بِهَا اَقْصَى الْغَايَاتِ مِنْ جَمِيْعِ الْخَيْرَاتِ، فِى الْحَيٰوةِ وَبَعْدَ الْمَمَاتِ، اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ شَىْءٍ قَدِيْرٌ.

"اي الله! محمد ﷺ تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جو ان جي برڪت سان تون اسان کي سڀني آفتن ۽ مصيبتن کان بچائين ۽ ان جي برڪت سان تون اسانجون سڀئي حاجتون پوريون فرمائين ۽ ان جي برڪت سان تون اسانکي سمورين برائين کان پاڪ ڪرين ۽ ان جي برڪت سان تون اسان کي پاڻ وٽ اعلىٰ درجن تي بلند فرمائين ۽ ان جي برڪت سان تون اسان کي سمورين ڀلاين جي آخري حد تائين پهچائين. دنيا جي زندگي ۾ به ۽ مرڻ کان پوءِ به، بيشڪ تون هرشيءِ تي وَسَ وارو آهين."

موسىٰ ضرير رحہ فرمائي ٿو تہ "مان سجاڳ ٿيس ۽ ٻيڙي وارن کي ان خواب جي خبر ڏنم، ۽ اسان اهو درود شريف پڙهڻ شروع ڪيو." اڃا ٽي سو ڀيرا پڙهيو سون تہ رب ڪريم اسانجي مشڪل حل ڪري ڇڏي ۽ ان درود شريف جي برڪت سان هوا کي ڏرو ڪري ڇڏيائين."

شيخ مجدد الدين فيروز آبادي بہ ان درود شريف کي "ڪتاب الصلوٰة والبشر علىٰ سيدالبشر ﷺ" ۾ نقل ڪيو آهي، ۽ حسن بن علي اسواني رحہ کان نقل ڪيو آهي،جنهن فرمايو تہ جيڪو شخص هن درود شريف کي ڪنهن مهم، ڪنهن آفت يا ڪنهن مصيبت جي موقعي تي هزار ڀيرا پڙهي تہ الله پاڪ انجي مشڪل ڪشائي فرمائيندو ۽ ان مصيبت کي ٽاري ڇڏيندو.

٦٥. (٨) شيخ شهاب الدين ابن حجلہ حنفي رحہ ذڪر ڪيو آهي تہ هڪ نيڪ بزرگ فرمايو تہ جڏهن سندس محلي ۾ طاعون (پليگ) جي وباء پکڙي تہ خواب ۾ حضور ﷺ جي زيارت جو شرف حاصل ٿيو ۽ حضور ﷺ جي خدمت ۾ دل جو درد عرض ڪيائين، حضور ﷺ جن ڪيس هن دعا پڙهڻ جو حڪم فرمايو:

اَللّٰهُمَّ اِنَّا نَعُوْذُبِكَ مِنَ الطَّعْنِ وَالطَّاعُوْنِ، وَعَظِيْمِ الْبَلَاۗءِ فِى النَّفْسِ وَالْمَالِ وَالْاَهْلِ وَالْوَلَدِ، اَللّٰهُ اَكْبَرُ اللّٰهُ اَكْبَرُ اللّٰهُ اَكْبَرُ مِمَّا تَخَافُ وَتَحْذَرُ، اَللّٰهُ اَكْبَرُ اللّٰهُ اَكْبَرُ اللّٰهُ اَكْبَرُ عَدَدَ ذُنُوْبِنَا حَتّٰى تُغْفَرَ، اَللّٰهُ اَكْبَرُ اللّٰهُ اَكْبَرُ اللّٰهُ اَكْبَرُ، وَصَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَسَلَّمَ، اَللّٰهُ اَكْبَرُ اللّٰهُ اَكْبَرُ اللّٰهُ اَكْبَرُ، اَللّٰهُمَّ كَمَا شَفَّعْتَ نَبِيَّكَ فِيْنَا فَاَمْهِلْنَا، وَعَمَرْتَ بِنَا مَنَازِلَنَا فَلَا تُهْلِكْنَا بِذُنُوْبِنَا يَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ،

”اي الله! اسان توکان طعن ۽ طاعون کان پناھ گھرون ٿا ۽ جان، مال ۽ اھل وعيال ۾ وڏين مصيبتن کان پناھ گھرون ٿا. الله وڏو آھي، الله وڏو آھي، الله وڏو آھي، انھن شين کان جنھن کان تون خوف ۽ خطرو محسوس ڪرين ٿو. الله اڪبر، الله اڪبر، الله اڪبر. اسان جي گناھن جي گاٽاٽي مطابق ايستائين جو بخشيا وڃن. الله اڪبر، الله اڪبر، الله اڪبر. ۽ الله تعاليٰ صلوٰة ۽ سلام نازل فرماءِ، حضرت محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي، الله اڪبر، الله اڪبر، الله اڪبر، اي الله! جيئن تو پنھنجي نبيءَ کي اسان جي حق ۾ شفاعت ڪندڙ بڻايو آھي پوءِ اسان کي مھلت عطا فرماءِ ۽ تو اسان جي گھرن کي آباد ڪيو آھي پوءِ اسان کي اسانجن گناھن جي نحوست جي ڪري ھلاڪ نہ ڪر اي ارحم الراحمين.“

فقير عبدالله طاھري نقشبندي
شاھ لطيف ڪالوني ٽانگولائن
ڪوٽڙي

# ٽيون فصل

درود شريف جي انهن لفظن جي باري ۾ جيڪي صحابہ ڪرام رضي الله عنه ۽ تابعين عظام رحہ ڪان منقول آهن ۽ هي فصل ٻن قسمن تي مشتمل آهي. پهريون قسم انهن لفظن جي باري ۾ جيڪي اصحابن سڳورن رضي الله عنهم اجمعين ڪان منقول آهن ۽ اهي ٽيرهن آهن؛

٦٦. (١) طبرانيءَ پنهنجي معجم ۾ سلام ڪُنْدِي رحمة الله عليہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ حضرت علي رضي الله تعالىٰ عنه بن ابي طالب ماڻهن کي هن درود شريف جي سکيا ڏيندا هئا؛

اَللّٰهُمَّ دَاحِيَ الْمَدْحُوَّاتِ وَبَارِئَ الْمَسْمُوكَاتِ، وَجَبَّارَ الْقُلُوْبِ عَلٰى فِطْرَتِهَا، شَقِيِّهَا وَسَعِيْدِهَا، اِجْعَلْ شَرَائِفَ صَلَوَاتِكَ وَنَوَامِيَ بَرَكَاتِكَ وَرَأْفَةَ تَحَنُّنِكَ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ الْخَاتِمِ لِمَا سَبَقَ، وَالْفَاتِحِ لِمَا اُغْلِقَ، وَالْمُعْلِنِ الْحَقَّ بِالْحَقِّ، وَالدَّامِغِ لِجَيْشَاتِ الْاَبَاطِيْلِ كَمَا حُمِّلَ فَاضْطَلَعَ بِاَمْرِكَ بِطَاعَتِكَ، مُسْتَوْفِزًا فِيْ مَرْضَاتِكَ، بِغَيْرِ نَكَلٍ عَنْ قَدَمٍ وَّلَا وَهْنٍ فِيْ عَزْمٍ، وَاعِيًا لِّوَحْيِكَ، حَافِظًا لِّعَهْدِكَ، مَاضِيًا عَلٰى نَفَاذِ اَمْرِكَ، حَتّٰى اَوْرٰى قَبَسًا لِّقَابِسٍ، اٰلَاءُ اللّٰهِ تَصِلُ بِاَهْلِهٖ اَسْبَابَهٗ، بِهٖ هُدِيَتِ الْقُلُوْبُ بَعْدَ خَوْضَاتِ الْفِتَنِ وَ الْاِثْمِ، وَاَنْهَجَ مُوْضِحَاتِ الْاَعْلَامِ وَمُنِيْرَاتِ الْاِسْلَامِ وَ نَائِرَاتِ الْاَحْكَامِ، فَهُوَ اَمِيْنُكَ الْمَامُوْنُ، وَخَازِنُ عِلْمِكَ الْمَخْزُوْنِ، وَشَهِيْدُكَ يَوْمَ الدِّيْنِ، وَبَعِيْثُكَ نِعْمَةً، وَّرَسُوْلُكَ بِالْحَقِّ رَحْمَةً، اَللّٰهُمَّ افْسَحْ لَهٗ مُفْسَحًا فِيْ عَدْنِكَ، وَاجْزِهٖ مُضَاعَفَاتِ الْخَيْرِ مِنْ فَضْلِكَ، مُهَنَّآتٍ لَّهٗ غَيْرَ مُكَدَّرَاتٍ، مِّنْ فَوْزِ ثَوَابِكَ الْمَضْنُوْنِ، وَجَزِيْلِ عَطَائِكَ الْمَعْلُوْلِ، اَللّٰهُمَّ اَعْلِ عَلٰى بِنَاءِ الْبَانِيْنَ بِنَاءَهٗ، وَاَكْرِمْ مَثْوَاهُ لَدَيْكَ وَنُزُلَهٗ، وَاَتْمِمْ نُوْرَهٗ، وَاجْزِهٖ مِنْ

اَنۡبِعَاثِكَ لَهٗ مَقۡبُوۡلَ الشَّهَادَةِ ، مَرۡضِیَّ الۡمَقَالَةِ ، ذَا مَنۡطِقٍ عَدۡلٍ وَّخُطَّةٍ فَصۡلٍ وَّ حُجَّةٍ وَّبُرۡهَانٍ عَظِیۡمٍ ۔

”اي الله ! اي ڌرتيءَ جي پاڳن کي وڇائڻ وارا! اي بلند آسمانن کي پيدا ڪرڻ وارا! ۽ اي دلين کي سندن فطرت تي هلائڻ وارا,ان جي نيڪ ۽ بد ۾ ۽ سڌورين کي به تون پنهنجون عمده رحمتون ۽ وڌندڙ برڪتون ۽ پنهنجون انتهائي شفقتون نازل فرماءِ پنهنجي ٻانهي ۽ رسول حضرت محمد صلي الله عليه وسلم تي, جيڪو اڳين رسولن ۽ نبين کي ختم ڪرڻ وارو (خاتم الانبياء) آهي, جيڪو بند دروازن کي کولڻ وارو آهي, جيڪو حق جي ڪلمي ذريعي حق جو اعلان ڪرڻ وارو آهي, جيئن جو پاڻ ڪريم ﷺ جن تي ذميداري وڌي وئي هئي, پوءِ پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم تنهنجي حڪم مطابق تنهنجي تابعداري جي ذريعي اٿيو, تنهنجي رضامندين لاءِ تيار ٿيندي, نه پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم پير پوئتي هٽايو ۽ نه پاڻ ڪريم ﷺ جن جي عزم ۾ ڪا ڪمزوري آئي, اهو تنهنجي وحي کي محفوظ ڪرڻ وارو هو, تنهنجي عَهد جي حفاظت ڪرڻ وارو هو, تنهنجي حڪمن نافذ ڪرڻ ۾ سڀ ڪجهه ڪري ڇڏڻ وارو هو, ايستائين جو پاڻ ڪريم ﷺ جن روشني حاصل ڪندڙن لاءِ روشني جي لاٽ روشن ڪئي, الله پاڪ جون نعمتون سندس حقدار کي ان جي سببن تائين پهچائي ڇڏين ٿيون. پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم

جي ذريعي دلين کي هدايت نصيب ٿي، فتنن ۽ گناهن جي سيلاب کان پوءِ ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن نشانن واضح ڪرڻ واري واٽ سڌي فرمائي، اسلام جي روشن فانوسن جي ۽ چمڪندڙ حڪمن جي، پوءِ حضور ﷺ تنهنجي اعتماد جي لائق امين آهي ۽ تنهنجي علم جو خازن آهي ۽ قيامت جي ڏينهن تنهنجو مقرر ڪيل شاهد آهي ۽ پاڻ ڪريم صلى الله عليه وسلم اهڙي شخصيت آهن،جن کي تو نعمت بڻائي موڪليو ۽ تنهنجو سچو رسول ﷺ آهي،جيڪو رحمت بڻجي آيو،
اي الله ! پنهنجي عَدْن جي باغ ۾ کيس ڪشادي جڳهه عطا فرماءِ ۽ پنهنجي فضل وڪرم سان کيس گهڻو مٿي پلو اجر عطاءِ فرماءِجيڪو پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم لاءِ نهايت خوشگوار هجي، منجهس توري ۾ ڪدورت نه هجي، پاڻ ڪريم صلى الله عليه وسلم کي قابل رشڪ ثواب جي ڪاميابي عطا فرماءِ ۽ مٿس بلند ۽ وڏيون عطائون پيهر فرماءِ.
اي الله ! پاڻ ڪريم ﷺ جن جي عمارت کي سيني عمارتن کان بلند فرماءِ ۽ کيس پنهنجي طرفان انتهائي عزت ۽ مهماني عطا فرماءِ ۽ ان جي نور کي مڪمل فرماءِ، جنهن وقت کي تون کيس هن طرح مبعوث فرمايو،جو سندس شاهدي مقبول هجي. سندس قول وڻندڙ هئا،پاڻ ڪريم ﷺ عدل سان ڪلام فرمائيندا هئا، پڇي ڳالهه ڪندا هئا ۽ عظيم حجت ۽ برهان (دليل) جا مالڪ هئا."
ان درود شريف کي حافظ سخاوي رحه "قول بديع" ۾ علامه قسطلاني "مواهب" ۾ ۽ حافظ سيوطي پنهنجي "اذڪار" ۾ انهي طرح ذڪر ڪيو آهي،مگر "مواهب" ۾ بغير نڪل عن قدم لاوهن

في عزمر" جا لفظ نہ آهن.

ف ۔حافظ سخاوي رحہ "قول بديع" ۾ لکي ٿو تہ ان حديث کي طبراني کان علاوه ابن ابي عاصم، سعيد بن منصور، طبري پنهنجي ڪتاب تهذيب الآثار جي مُسند طلحہ ۾، ابو جعفر احمد بن سنان قطان، يعقوب بن شيبہ اخبار علي رضي الله عنه ۾، ابن فارس ۽ ابن بشڪوال بہ روايت ڪيو آهي ۽ علامہ هيثمي فرمائي ٿو تہ ان جا رجال صحيح رجال آهن،مگر سلامہ جي روايت حضرت علي رضي الله عنه کان مرسل آهي چو تہ ان جي مرسل جو سماع (ٻڌڻ) حضرت علي رضي الله عنه کان معلوم نہ آهي.پڻ ان حديث کي ابن عبدالبر ٻي سَنَد سان ابي بڪر بن ابي شيبہ جي واسطي سان روايت ڪيو آهي ۽ ان حديث ۾ آخر ۾ "برهان عظيم" جي هنن لفظن جو واڌارو ڪيو آهي:

اَللّٰهُمَّ اجْعَلْنَا سَامِعِيْنَ مُطِيْعِيْنَ، وَاَوْلِيَاءَ مُخْلِصِيْنَ، وَرُفَقَاءَ مُصَاحِبِيْنَ، اَللّٰهُمَّ اَبْلِغْهُ مِنَّا السَّلَامَ، وَارْدُدْ عَلَيْنَا مِنْهُ السَّلَامَ،

"اي الله! اسانکي پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جي ڳالهہ جو ٻڌندڙ، اطاعت ڪندڙ،مخلص دوست ۽ محبت ڪندڙ سنگتي بڻاءِ. اي الله! اسانجي طرفان کيس سلام پهچاءِ ۽ انجو سلام اسان تي واپس فرماءِ."

٦٧ . (٢) حافظ سخاوي رحہ "قول بديع" ۾ چيو آهي تہ صاحب شفا حضرت علي رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ جڏهن هو هي آيت سڳوري پڙهندا هئا:

اِنَّ اللّٰهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَى النَّبِيِّ، يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا،

"بيشڪ الله پاڪ ۽ سندس فرشتا نبي ﷺ تي رحمت موڪلن ٿا.اي ايمان وارؤ مٿس رحمت موڪليندا ڪريو ۽ خوب سلام پڙهو."

ته چوندا هئا:

لَبَّيْكَ اَللّٰهُمَّ رَبِّي وَسَعْدَيْكَ، صَلَوَاتُ اللّٰهِ الْبَرِّ الرَّحِيْمِ وَالْمَلَائِكَةِ الْمُقَرَّبِيْنَ وَالنَّبِيِّيْنَ وَالصِّدِّيْقِيْنَ وَالشُّهَدَاءِ وَالصَّالِحِيْنَ وَمَا سَبَّحَ لَكَ مِنْ شَيْءٍ يَا رَبَّ الْعَالَمِيْنَ، عَلٰى مُحَمَّدِ بْنِ عَبْدِ اللّٰهِ خَاتَمِ النَّبِيِّيْنَ وَسَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ وَاِمَامِ الْمُتَّقِيْنَ وَرَسُوْلِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ، الشَّاهِدِ الْبَشِيْرِ، الدَّاعِيْ اِلَيْكَ بِاِذْنِكَ السِّرَاجِ الْمُنِيْرِ، وَعَلَيْهِ السَّلَامُ.

"اي الله! اي منهنجا پالڻهار! مان تنهنجي ارشاد تي لبيڪ چوان ٿو ۽ مٿس عمل ڪرڻ لاءِ حاضر آهيان، احسان ڪرڻ واري رحم ڪرڻ واري الله جون رحمتون هجن، ۽ مقرب ملائڪن جون، نبين، صديقن، شهيدن ۽ صالحن جون ۽ اهي سڀ شيون جيڪي تنهنجي پاڪائي بيان ڪنديون آهن. اي رب العالمين! (انهن سڀن جي دعا ۽ رحمت هجي) حضرت محمد ﷺ بن عبدالله تي جيڪو نبين جي پڇاڙي آهي، رسولن جو سردار آهي، پرهيزگارن جو امام آهي ۽ رب العالمين جو رسول ﷺ آهي،شاهدي ڏيندڙ، خوشخبري ڏيندڙ ۽ توڏانهن تنهنجي حڪم سان سڏڻ وارو آهي، سراج منير آهي ۽ مٿس سلام هجي."

مصنف رحمة الله عليہ حاشيہ ۾ "مواهب لدنيہ" کان نقل ڪري ٿو تہ روايت ڪئي وئي آهي تہ جڏهن حضور صلی الله عليه وسلم جا اهل بيت پاڻ ڪريم ﷺ جن جي جنازي جي نماز پڙهي ويا تہ ماڻهو نہ پيا ڄاڻن تہ سندن جنازي ۾ ڇا پڙهن، انهن ابن مسعود رضہ کان ان باري ۾ سوال ڪيو. حضرت ابن مسعود رضہ فرمايو تہ حضرت علي رضہ کان پڇو. حضرت علي رضہ فرمايو تہ پهريون هي آيت سڳوري پڙهو: ان الله وملائکته يصلون علي النبي الآية. پوءِ مٿيون درود شريف پڙهو. هي روايت زين الدين بن حسين مراغي پنهنجي ڪتاب "تحيق النصره" ۾ بيان ڪئي آهي. مواهب لدنيہ ۾ وفات نبي ﷺ جي بيان ۾ ذڪر ڪيو آهي.

٦٨. (٣) حضرت ابن عباس رضہ کان روايت ڪيل آهي تہ جڏهن هو حضور ﷺ تي درود موڪليندا هئا تہ هي چوندا هئا:

اَللّٰهُمَّ تَقَبَّلْ شَفَاعَةَ مُحَمَّدِنِ الْكُبْرٰى، وَارْفَعْ دَرَجَتَهُ الْعُلْيَا، وَاَعْطِهٖ سُؤْلَهٗ فِى الْاٰخِرَةِ وَالْاُوْلٰى، كَمَا اٰتَيْتَ اِبْرَاهِيْمَ وَمُوْسٰى،

اي الله! حضرت محمد صلی الله عليه وسلم جي شفاعت ڪبریٰ قبول فرماءِ ۽ سندس بلند مرتبي کي اڃا بلند فرماءِ ۽ دنيا ۽ آخرت ۾ سندس هر درخواست منظور فرماءِ جيئن تو حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ موسیٰ عليہ السلام کي عطا فرمايو."

حافظ سخاوي رحہ "قول بديع" ۾ چوي ٿو تہ ان حديث کي روايت ڪيو آهي، عبد بن حميد پنهنجي مُسند ۾ ۽ عبدالرزاق ۽ اسماعيل قاضي ۽ ان جي سَنَد جَيِّد (سٺي) قوي ۽ صحيح آهي.

(٤) ابن ماجہ پنهنجي سُنن ۾ موقوف طريقي سان حضرت عبدالله بن مسعود رضہ کان اهو درود شريف روايت ڪيو آهي، جيڪو پهرين فصل جي ٽيهين نمبر ۾ گذري چڪو آهي ۽ اتي هي بہ گذري چڪو آهي

تہ عالمن جو ان جي مرفوع يا موقوف هجڻ ۾ اختلاف آهي ۽ ان جي سَنَد جو موقوف هجڻ معروف (ڇاتل سڇاتل) آهي.

٦٩. (٥) عبدالرزاق پنهنجي "جامع" ۾ ابن طاؤس جي طريقي سان روايت ڪئي آهي. ابوبڪر محمد بن عَمرو حزم کان ۽ انهن هڪ اصحابي کان تہ هو هي درود شريف پڙهندا رهندا آهن:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّ اَهْلِ بَيْتِهٖ وَعَلٰى اَزْوَاجِهٖ وَذُرِّيَّتِهٖ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَاٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ، وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاَهْلِ بَيْتِهٖ وَعَلٰى اَزْوَاجِهٖ وَذُرِّيَّتِهٖ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَاٰلِ اِبْرَاهِيْمَ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ،

"اي الله! حضرت محمد صلی الله عليه وسلم ۽ سندس اهل بيت ازواج ۽ ذريت (اولاد) تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تو حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ آل ابراهيم تي رحمت نازل فرمائي، بيشڪ تون ساراهيل بزرگيءَ وارو آهين ۽ حضرت محمد صلی الله عليه وسلم ۽ سندس اهل بيت، ازواج ۽ ذريت تي برڪت نازل فرماءِ جيئن تو حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ آل ابراهيم تي برڪت نازل فرمائي، بيشڪ تون ساراهيل ۽ بزرگيءَ وارو آهين."

ابن طائوس ان درود شريف کي نقل ڪري چوندو هو تہ منهنجو والد ماجد بہ اهو درود شريف پڙهندو هو.

٧٠۔ (٦) اسماعيل قاضي حضرت يزيد بن عبدالله کان روايت ڪئي آهي تہ ماڻهو يعني اصحاب ۽ تابعين هنن لفظن سان درود شريف پڙهڻ پسند ڪندا هئا:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ عَلَيْهِ السَّلَامُ

”اي الله! رحمت نازل فرماء حضرت محمد نبي امي تي عليه السلام“

ابو القاسم تيمي پنهنجي ترغيب ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضه کان روايت ڪئي آهي ته ان زيد بن وهب کي چيو ته اي زيد! جمع جي ڏينهن هزار ڀيرا درود شريف پڙهڻ نه ڇڏجانء، هي چوندو ڪر:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ

حافظ سخاوي رحه چوي ٿو ته ان حديث جي سَنَد ۾ لِين (ڪجهه ڪمزوري) آهي پر ان جي تائيد ڪندڙ اها حديث آهي،جيڪا ابن شاهين، ابو موسي مديني، ابن النعمان ۽ ٻين حضرت انس بن مالڪ رضه کان روايت ڪئي آهي ته حضور ﷺ ارشاد فرمايو ته.”جيڪو شخص جمع جي ڏينهن مون تي هزار ڀيرا درود شريف پڙهي اهو ايستائين نه مرندو،جيستائين جنت ۾ پنهنجي جاء نه ڏسي.“

۽ ابو عبدالرحمٰن مقري کان روايت ڪيل آهي ته اهو چوندو هو ته مون کي هيء خبر ملي آهي ته خلاء بن ڪثير رحمة الله جڏهن نزع (سڪرات) جي حالت ۾ هو ته ان کي وهاڻي هيٺان هڪ رقعو (خط) مليو جنهن تي لکيل هو ته.”هي رقعو (خط) خلاء بن ڪثير جي لاء دوزخ کان ڇوٽڪاري جو پروانو آهي، ماڻهن ان جي گهر ڀاتين کان پڇيو ته هو ڪهڙو عمل ڪندو هو؟ انهن ٻڌايو ته.”سندس عادت هئي ته هر جمع تي هزار ڀيرا هي درود شريف پڙهندو هو.

”اللّٰهم صل علیٰ النبی الامی“

٧٦. (٧) قاضي عياض رح "شفا" ۾ حضرت علي رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ هو پنهنجي تشهد ۾ هي لفظ چوندو رهندو هو:

اَلسَّلَامُ عَلٰى نَبِيِّ اللّٰهِ ، اَلسَّلَامُ عَلٰى اَنْبِيَاءِ اللّٰهِ وَرُسُلِهٖ ، اَلسَّلَامُ عَلٰى رَسُوْلِ اللّٰهِ ، اَلسَّلَامُ عَلٰى مُحَمَّدِ بْنِ عَبْدِ اللّٰهِ ، اَلسَّلَامُ عَلَيْنَا وَعَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنَاتِ ، مَنْ غَابَ مِنْهُمْ وَمَنْ شَهِدَ ، اَللّٰهُمَّ اغْفِرْ لِمُحَمَّدٍ وَتَقَبَّلْ شَفَاعَتَهٗ ، وَاغْفِرْ لِاَهْلِ بَيْتِهٖ ، وَاغْفِرْ لِيْ وَلِوَالِدَيَّ وَمَا وَلَدَا وَارْحَمْهُمَا ، اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ اَيُّهَا النَّبِيُّ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ ،

"الله جو سلام هجي نبي تي، الله جو سلام هجي نبين ۽ رسولن تي، سلام هجي رسول الله تي، سلام هجي حضرت محمد بن عبدالله تي، سلام هجي اسان تي ۽ مومن مردن ۽ عورتن تي جيڪي انهن مان غير حاضر آهن يا حاضر آهن. اي الله! حضرت محمد ﷺ کي بخشش عطا فرماءِ ۽ ان جي شفاعت کي قبول فرماءِ ۽ سندس اهل بيت جي مغفرت فرماءِ. منهنجي ۽ منهنجي والدين جي ۽ ان جي اولاد جي مغفرت فرماءِ ۽ انهن تي رحم ڪر. سلام هجي توتي اي نبي ﷺ ۽ الله جون رحمتون ۽ برڪتون هجن."

ان کي نقل ڪري قاضي عياض رحہ لکي ٿو تہ "ان جي سَنَد تي نظر ڪئي وڃي" يعني ثابت آهي يا نہ؟ ۽ حافظ سخاوي رحہ "قول بديع" ۾ چوي ٿو تہ، "ولوالدي" جو لفظ حضرت علي رضہ تشهد جي تعليم لاءِ فرمايو. پنهنجي والدين لاءِ بطور دعا نہ، چو تہ حديثن ۾ صحيح طرح ثابت آهي تہ ان جي والد جو انتقال ڪفر تي ٿيو.

٧٢. (٨) ابن بشڪوال ضعيف سَند سان حضرت ابن عباس رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ اهو پنهنجي تشهد ۾ هينئن چوندو رهندو هو:

اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ اَيُّهَا النَّبِيُّ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهُ مِنَ اللّٰهِ ۰ وَعَلَيْنَا اَنْ نُّصَلِّيَ عَلٰى نَبِيِّنَا وَنُسَلِّمَ عَلَيْهِ تَسْلِيْمًا ، صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَسَلَّمَ .

”سلام هجي توتي اي نبي ۽ الله جي طرفان رحمت ۽ برڪت هجي ۽ اسان تي لازم آهي تہ پنهنجي نبيءَ تي درود پڙهون ۽ خوب سلام موڪليون. الله پاڪ متس صلاة ۽ سلام موڪلي.“

٧٣. (٩) حافظ سخاوي رح چوي ٿو تہ حضرت ابن عباس رضہ کان روايت ڪيل آهي تہ هو جڏهن تهجد جي نماز کان واندو ٿيندو هو تہ الله پاڪ جو حمد ۽ ثنا ڪرڻ کان بعد حضور ﷺ تي هنن لفظن سان درود شريف پڙهندو هو:

اَللّٰهُمَّ اِنِّىْ اَسْئَلُكَ بِاَفْضَلِ مَسْئَلَتِكَ وَبِاَحَبِّ اَسْمَائِكَ اِلَيْكَ وَاَكْرَمِهَا عَلَيْكَ ، وَبِمَا مَنَنْتَ بِهٖ عَلَيْنَا بِمُحَمَّدٍ نَبِيِّنَا صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ، وَاسْتَنْقَذْتَنَا بِهٖ مِنَ الضَّلَالَةِ ، وَاَمَرْتَنَا بِالصَّلَاةِ عَلَيْهِ ، وَجَعَلْتَ صَلَاتَنَا عَلَيْهِ دَرَجَةً وَّكَفَّارَةً وَّلُطْفًا وَّمَنًّا مِّنْ عَطَائِكَ ، فَادْعُوْكَ تَعْظِيْمًا لِاَمْرِكَ ، وَاتِّبَاعًا لِّوَصِيَّتِكَ ، وَتَنْجِيْزًا لِمَوْعُوْدِكَ ، بِمَا يَجِبُ لِنَبِيِّنَا صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ عَلَيْنَا فِىْ اَدَاءِ حَقِّهٖ قِبَلَنَا ، وَاَمَرْتَ الْعِبَادَ بِالصَّلَاةِ عَلَيْهِ فَرِيْضَةً اِفْتَرَضْتَهَا ، فَنَسْئَلُكَ بِجَلَالِ وَجْهِكَ وَنُوْرِ عَظَمَتِكَ اَنْ تُصَلِّيَ اَنْتَ وَمَلَائِكَتُكَ عَلٰى مُحَمَّدٍ ﷺ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ وَنَبِيِّكَ وَصَفِيِّكَ اَفْضَلَ مَا صَلَّيْتَ بِهٖ عَلٰى اَحَدٍ مِّنْ خَلْقِكَ ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ، اَللّٰهُمَّ ارْفَعْ دَرَجَتَهٗ وَ

أَكْرِمْ مَقَامَهُ، وَثَقِّلْ مِيزَانَهُ، وَأَجْزِلْ ثَوَابَهُ، وَأَفْلِحْ حُجَّتَهُ، وَأَظْهِرْ
مِلَّتَهُ، وَأَضِئْ نُورَهُ، وَأَدِمْ مِنْ ذُرِّيَّتِهِ وَأَهْلِ بَيْتِهِ مَا تَقَرُّ بِهِ عَيْنُهُ،
وَعَظِّمْهُ فِی النَّبِيِّينَ الَّذِينَ خَلَوْا قَبْلَهُ، اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ مُحَمَّدًا ﷺ
أَكْثَرَ النَّبِيِّينَ تَبَعًا، وَأَكْثَرَهُمْ أَزْرًا، وَأَفْضَلَهُمْ كَرَامَةً وَّنُورًا، وَّأَعْلَاهُمْ
دَرَجَةً، وَّأَفْسَحَهُمْ فِی الْجَنَّةِ مَنْزِلًا، وَّأَفْضَلَهُمْ ثَوَابًا، وَّأَقْرَبَهُمْ مَّجْلِسًا،
وَّأَثْبَتَهُمْ مَّقَامًا، وَّأَصْوَبَهُمْ كَلَامًا، وَّأَنْجَحَهُمْ مَّسْأَلَةً، وَّأَفْضَلَهُمْ
لَدَيْكَ نَصِيبًا، وَّأَعْظَمَهُمْ فِيمَا عِنْدَكَ رَغْبَةً، وَّأَنْزِلْهُ فِی غُرْفَةِ الْفِرْدَوْسِ
مِنَ الدَّرَجَاتِ الْعُلٰی، اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ مُحَمَّدًا ﷺ أَصْدَقَ قَائِلٍ وَّأَنْجَحَ
سَائِلٍ، وَّأَوَّلَ شَافِعٍ وَّأَفْضَلَ مُشَفَّعٍ وَّشَفِّعْهُ فِی أُمَّتِهِ شَفَاعَةً
يَّغْبِطُ بِهَا الْأَوَّلُونَ وَالْآخِرُونَ، وَإِذَا مَيَّزْتَ بَيْنَ عِبَادِكَ لِفَصْلِ
الْقَضَاءِ فَاجْعَلْ مُحَمَّدًا ﷺ فِی الْأَصْدَقِينَ قِيلًا، وَّالْأَحْسَنِينَ عَمَلًا،
وَّفِی الْمُهْتَدِينَ سَبِيلًا، اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ نَبِيَّنَا لَنَا فَرَطًا، وَّحَوْضَهُ لَنَا مَوْرِدًا
اَللّٰهُمَّ احْشُرْنَا فِی زُمْرَتِهِ، وَاسْتَعْمِلْنَا بِسُنَّتِهِ، وَتَوَفَّنَا عَلٰی مِلَّتِهِ، وَاجْعَلْنَا
فِی زُمْرَتِهِ وَحِزْبِهِ، اَللّٰهُمَّ اجْمَعْ بَيْنَنَا وَبَيْنَهُ كَمَا آمَنَّا بِهِ وَلَمْ نَرَهُ، وَلَا
تُفَرِّقْ بَيْنَنَا وَبَيْنَهُ حَتّٰی تُدْخِلَنَا مُدْخَلَهُ، وَتَجْعَلَنَا مِنْ رُّفَقَائِهِ مَعَ
النَّبِيِّينَ وَالصِّدِّيقِينَ وَالشُّهَدَاءِ وَالصَّالِحِينَ، وَحَسُنَ أُولٰئِكَ
رَفِيقًا، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰی مُحَمَّدٍ ﷺ نُورِ الْهُدٰی، وَالْقَائِدِ إِلَی الْخَيْرِ،
وَالدَّاعِی إِلَی الرُّشْدِ، نَبِیِّ الرَّحْمَةِ، وَإِمَامِ الْمُتَّقِينَ، وَرَسُولِ رَبِّ
الْعَالَمِينَ، كَمَا بَلَّغَ رِسَالَاتِكَ، وَتَلَا آيَاتِكَ، وَنَصَحَ لِعِبَادِكَ، وَأَقَامَ
حُدُودَكَ، وَوَفٰی بِعَهْدِكَ، وَأَنْفَذَ حُكْمَكَ، وَأَمَرَ بِطَاعَتِكَ، وَنَهٰی
عَنْ مَّعَاصِيكَ، وَوَالٰی وَلِيَّكَ الَّذِی تُحِبُّ أَنْ تُوَالِيَهُ، وَعَادٰی
عَدُوَّكَ الَّذِی تُحِبُّ أَنْ تُعَادِيَهُ، وَصَلَّی اللّٰهُ عَلٰی مُحَمَّدٍ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ

عَلٰى جَسَدِهٖ فِى الْاَجْسَادِ ، وَعَلٰى رُوْحِهٖ فِى الْاَرْوَاحِ ، وَعَلٰى مَوْقِفِهٖ فِى الْمَوَاقِفِ ، وَعَلٰى مَشْهَدِهٖ فِى الْمَشَاهِدِ ، وَعَلٰى ذِكْرِهٖ اِذَا ذُكِرَ ، صَلٰوةً مِّنَّا عَلٰى نَبِيِّنَا ، اَللّٰهُمَّ اَبْلِغْهُ مِنَّا السَّلَامَ كَمَا ذُكِرَ ، وَالسَّلَامُ عَلَى النَّبِيِّ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مَلٰٓائِكَتِكَ الْمُقَرَّبِيْنَ وَعَلٰى اَنْبِيَآئِكَ الْمُطَهَّرِيْنَ ، وَعَلٰى رُسُلِكَ الْمُرْسَلِيْنَ ، وَعَلٰى حَمَلَةِ عَرْشِكَ اَجْمَعِيْنَ ، وَعَلٰى جِبْرَئِيْلَ وَمِيْكَائِيْلَ وَاِسْرَافِيْلَ ، وَعَلٰى مَلَكِ الْمَوْتِ وَرِضْوَانَ وَمَالِكٍ ، وَصَلِّ عَلَى الْكِرَامِ الْكَاتِبِيْنَ ، وَعَلٰى اَهْلِ بَيْتِ نَبِيِّكَ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ، وَاٰتِهِمْ اَفْضَلَ مَا اٰتَيْتَ اَحَدًا مِّنْ اَهْلِ بُيُوْتِ الْمُرْسَلِيْنَ ، وَاجْزِ اَصْحٰبَ نَبِيِّكَ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اَفْضَلَ مَا جَزَيْتَ اَحَدًا مِّنْ اَصْحٰبِ الْمُرْسَلِيْنَ ، اَللّٰهُمَّ اغْفِرْ لِلْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنَاتِ ، الْاَحْيَآءِ مِنْهُمْ وَالْاَمْوَاتِ ، وَلِاِخْوَانِنَا الَّذِيْنَ سَبَقُوْنَا بِالْاِيْمَانِ ، وَلَا تَجْعَلْ فِىْ قُلُوْبِنَا غِلًّا لِّلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ، رَبَّنَآ اِنَّكَ رَؤُوْفٌ رَّحِيْمٌ ،

”اي الله! آءُ توکان گهريل سوالن مان افضل ترين سوال جي صدقي سوال ڪريان ٿو، ۽ تنهنجي نالن مان وڌيڪ محبوب ترين نالي جي طفيل ۽ وڌيڪ عزت ڀريي نالي جي صدقي ۽ جيڪو تو اسان تي اسانجي نبي ﷺ حضرت محمد ﷺ جي ذريعي احسان فرمايو ان جي صدقي ۽ ان جي ذريعي تو اسان کي گمراهي کان بچايو ۽ مٿس درود پڙهڻ جو اسان کي حڪم فرمايو ۽ مٿس درود پڙهڻ کي مرتبو، ڪفارو، لطف ۽ احسان جو ذريعو بڻايو. پوءِ آءُ دعا ڪريان ٿو تنهنجي حڪم جي تعظيم ڪندي، تنهنجي وصيت جي پيروي ڪندي ۽ تنهنجي وعدي جي پورائي لاءِ، جيڪي اسان تي اسانجي پيغمبر

ﷺ لاءِ واجب آهي، سندس حق ادا ڪرڻ ۾ اسان جي طرفان ۽ تو ٻانهن ڪي مٿس درود پڙهڻ جو حڪم فرض جي حيثيت ۾ فرمايو. پوءِ اسان سوال ڪريون ٿا، تنهنجي منهن (چهري مبارڪ) جي جلال ۽ تنهنجي نور جي عظمت جي صدقي تہ تون ۽ تنهنجا فرشتا رحمت موڪليو حضرت محمد صلى الله عليه وسلم تي، جيڪو تنهنجو ٻانهو، تنهنجو رسول، تنهنجو نبي ﷺ ۽ تنهنجو چونڊيل آهي، افضل ڪان افضل رحمت جيڪا تو پنهنجي مخلوق مان ڪنهن تي بہ موڪلي هجي. بيشڪ تون ساراهيل بزرگيءَ وارو آهين. اي الله پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جو درجو بلند فرماءِ، سندس مقام کي مڪرم ڪر. سندس ﷺ ميزان (ترازو) کي ڳرو ڪر، کيس اجر عظيم عطا فرماءِ، سندس ﷺ حجت (دليل) کي غالب ڪر. سندس ملت کي ظاهر فرماءِ، سندس ﷺ نور کي روشن فرماءِ، سندس ذريت (اولاد) ۽ اهل بيت کي اهڙي شيءِ تي قائم ۽ دائم رک جنهن سان پاڻ ڪريم ﷺ جن جون اکيون ٺرن ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن کي گذري ويل نبين ۾ عظمت عطا فرماءِ.

اي الله! حضرت محمد ﷺ جا پيروڪار سمورن نبين کان زياده ڪر. سندس ﷺ طاقت ۾ اضافو فرماءِ، سندس ڪرامت ۽ نور کي سڀ کان افضل بڻاءِ، مجلس ۾ سڀ کان اقرب (ويجهو) ڪر. مقام ۾ سڀ کان ثابت قدم رک، ڳالهائڻ ۾ سڀ کان صحيح ڳالهائيندڙ هجي، سوال ۾ سڀ کان ڪامياب هجي، تو وٽ سندس حصو سڀ کان افضل هجي، تنهنجي شين ۾ سڀ کان وڌيڪ رغبت رکندڙ هجي ۽ جنت الفردوس جي بلند ترين ماڙين ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي نازل فرماءِ. اي الله! حضرت محمد ﷺ کي سڀ کان وڌيڪ سچ ڳالهائيندڙ بڻاءِ، سڀ کان وڌيڪ ڪامياب سوال ڪرڻ وارو بڻاءِ، سڀ کان پهريائين شفاعت ڪرڻ وارو ۽ سڀ کان افضل جنهن جي

شفاعت قبول ڪئي وئي هجي ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن کي سندس
امت جي حق ۾ شفيع (شفاعت ڪندڙ) بڻاءِ.اهڙي شفاعت سان
جو اڳيان ۽ پويان رشڪ ڪن ۽ جڏهن تون پنهنجن ٻانهن
جي وچ ۾ فيصلي ڪرڻ لاءِ چونڊ ڪرين ته حضرت محمد ﷺ
کي انهن ماڻهن مان بڻاءِ جيڪي سڀ کان وڌيڪ سچ
ڳالهائيندڙ هجن، سڀ کان وڌيڪ نيڪوڪار هجن.سڀ کان
وڌيڪ هدايت وارا هجن، اي الله اسانجي نبيءَ ﷺ کي اسان لاءِ
پيشوا بڻاءِ ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن جي حوض کي اسانجي
حاضري جي جڳهه بڻاءِ، اي الله! پاڻ ڪريم ﷺ جن جي گروه
۽ جماعت ۾ اسانجو حشر فرماءِ، اسانکي سندس ملت (طريقي)
تي مار اسانکي ۽ اسانجي نبيءَ ﷺ کي گڏ ڪر جيئن اسين مٿس
ايمان آندو آهي ۽ سندس زيارت نه ڪئي آهي ۽ اسان جي ۽
پاڻ سڳورن ﷺ جي وچ ۾ جدائي نه هجي،ايستائين جو تون
اسان کي سندس داخل ٿيڻ جي جاءِ (بهشت) ۾ داخل نه
ڪرين ۽ اسان کي سندس دوستن ۾ شامل فرماءِ.نبين،
صديقن، شهيدن ۽ صالحن سان گڏ ۽ کهڙا نه اهي سٺا
دوست آهن. اي الله! حضرت محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ
جيڪو هدايت جو نور آهي، ڀلائي جو قائد آهي، هدايت ڏانهن
سڏيندڙ آهي، نبي رحمت آهي، پرهيزگارن جو امام آهي ۽ رب
العالمين جو رسول آهي.جيئن پاڻ ڪريم ﷺ جن پهچايا تنهنجا
پيغام ۽ پڙهيون تنهنجيون آيتون، ۽ خير خواهي ڪئي تنهنجي
ٻانهن سان ۽ قائم ڪيون تنهنجيون حدون ۽ پورو ڪيو
تنهنجو واعدو ۽ نافذ ڪيو تنهنجو حڪم ۽ حڪم ڏنائين
تنهنجي اطاعت جو ۽ روڪيائين تنهنجي نافرماني کان ۽ دوستي
رکيائين تنهنجي دوست سان،جنهنجي دوستيءَ کي تون پسند
فرمائيندو آهين ۽ دشمني ڪيائين تنهنجي دشمن سان جن جي
دشمني کي تون پسند ڪندو آهين، الله رحمتون نازل فرمائي

حضرت محمد ﷺ تي. اي الله! رحمت نازل فرماءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي جسم مبارڪ تي جسمن ۾ ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي روح تي روحن ۾ ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي ويهڻ جي جاءِ تي ويهڻ جي جاين ۾ ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي حاضر ٿيڻ جي جاءِ تي حاضر ٿيڻ جي جاين ۾ ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي ذڪر تي جڏهن سندس ذڪر ڪيو وڃي. درود ۽ سلام هجي اسان طرفان اسان جي نبي ﷺ تي. اي الله! پاڻ سڳورن ﷺ کي اسان جا سلام پهچاءِ جڏهن پاڻ ڪريم ﷺ جن جو ذڪر ڪيو وڃي.

"السلام عليک ايها النبي ورحمة الله وبرکاته."

اي الله ! رحمت نازل فرماءِ پنهنجن مقرب (ويجهن) فرشتن تي، پنهنجن پاڪ نبين تي، پنهنجن موڪليل رسولن تي، پنهنجي عرش جي حاملين (کڻندڙ) تي، جبرائيل، ميڪائيل ۽ اسرافيل تي،موت جي فرشتي تي، رضوان ۽ مالڪ تي ۽ رحمت موڪل ڪراماً ڪاتبين (عزت وارن لکندڙن) تي ۽ پنهنجي نبي ﷺ جي اهل بيت تي، ۽ کين سڀ کان افضل شيءِ عطا فرماءِ جيڪا تو عطا فرمائي انبياءِ ڪرام مان ڪنهنجي ٻه اهل بيت کي ۽ جزا (بدلو) ڏي پنهنجي نبي جي اصحاب کي سڀ کان افضل جزا (بدلو) جيڪا تو انبياءِ ڪرام مان ڪنهنجي ٻه اصحاب کي عطا فرمائي. اي الله! منهنجي مغفرت (بخشش) فرماءِ مومن مردن ۽ عورتن ۾، جيڙرن ۽ مئلن کي ٻه ۽ اسانجي انهن ڀائرن کي بخش ڪر،جيڪي اسان کان اڳ ايمان سان گذري چڪا آهن ۽ اسانجي دلين ۾ ايمان وارن لاءِ ساڙ نه وجهه، اي پروردگار تون وڏو شفقت ڪندڙ ۽ رحم ڪندڙ آهين."

٧٤. (١٠) امام محمد بن نصر مروزي "ڪتاب الوتر" ۾ صحيح سَنَد سان وهب بن خالد کان روايت ڪئي آهي ته حضرت ايوب بن بشير رضہ جيڪو صغار (ننڍن) صحابہ رضہ مان هو،قنوت وتر کان پوءِ

رمضان جي آخري ڏهاڪي ۾ هي درود شريف پڙهندو هو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ، اَللّٰهُمَّ بَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ، وَالسَّلَامُ عَلَيْهِ وَ رَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ،

اي الله! محمد صلی الله علیه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تو آل ابراهيم عليه السلام تي رحمت نازل فرمائي، اي الله! محمد ﷺ تي برڪت نازل فرماءِ جيئن تو آل ابراهيم عليه السلام تي برڪت نازل فرمائي. بيشڪ تون ساراهيل بزرگيءَ وارو آهين. اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيڪو تنهنجو ٻانهو ۽ رسول ﷺ آهي، سلام هجي پاڻ سڳورن ﷺ تي ۽ الله تعالىٰ جون رحمتون ۽ ان جون برڪتون هجن."

٧٥. (١١) نميري امام محمد بن سيرين کان روايت ڪئي آهي ته اصحابي سڳورا مسجد ۾ گهڙڻ وقت هيئن چوندا هئا:

صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى وَمَلَائِكَتُهٗ عَلٰى مُحَمَّدٍ اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ اَيُّهَا النَّبِيُّ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ،

"الله تعالىٰ ۽ ان جا فرشتا رحمتون موڪلن محمد صلی الله علیه وسلم تي، سلام هجي توتي اي نبي ۽ الله جي رحمت."

٧٦. (١٢) حافظ ابن بشڪوال حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي ته جيڪو شخص جمع جي ڏينهن ٽپهري نماز پڙهي، اٿڻ کان اڳ اسي ڀيرا هي درود شريف پڙهي، ان جا اسي سالن

جا گناھ بخشيل هوندا ۽ ان لاءِ اسي سالن جي عبادت لکي ويندي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَسَلِّمْ تَسْلِيْمًا،

”اي الله! محمد صلى الله عليه وسلم تي رحمت موڪل جيڪو نبي امي آهي ۽ سندس آل تي ۽ مٿس سلام نازل فرماءِ خوب سلام.“

ابن بشڪوال اها حديث سهل بن عبدالله کان بہ روايت ڪئي آهي مگر ان ۾ (تسليما) جو لفظ نہ آهي.

٧٧. (١٣) ابوبڪر حفص حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت ڪئي آهي تہ هو نڪاح جي خطبي ۾ هي چوندا هئا:

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ وَالصَّلَاةُ عَلٰى رَسُوْلِ اللّٰهِ، وَصَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّدٍ،

”سڀ تعريفون الله پاڪ لاءِ آهن ۽ رحمت نازل ٿئي رسول الله صلى الله عليه وسلم تي ۽ الله تون رحمتون نازل فرماءِ محمد ﷺ تي. ان کان بعد باقي خطبو پڙهندا هئا.

## ٻيو قسم

درود شريف جون اهي ڪيفيتون جيڪي تابعين رحمهم الله کان نقل ٿيل آهن ۽ اهي ڏهہ آهن،

٧٨. (١) حضرت امام زين العابدين رحمة الله عليه کان نقل ٿيل آهي تہ جڏهن هو درود شريف پڙهندو هو تہ هي لفظ چوندو هو، جڏهن تہ ٻيا ماڻهو ٻڌندا هئا:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِى الْاَوَّلِيْنَ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِى الْاٰخِرِيْنَ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ اِلٰى يَوْمِ الدِّيْنِ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ شَابًّا فَتِيًّا، وَصَلِّ عَلٰى

مُحَمَّدٍ كَهلاً مَرْضِيًا ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ رَسُولاً نَبِيًّا ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى
مُحَمَّدٍ حَتّٰى تَرْضٰى ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ بَعْدَ الرِّضٰى ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ
اَبَدًا اَبَدًا ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا اَمَرْتَ بِالصَّلَاةِ عَلَيْهِ ، وَصَلِّ
عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا تُحِبُّ اَنْ يُصَلّٰى عَلَيْهِ ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا اَرَدْتَ
اَنْ يُصَلّٰى عَلَيْهِ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَدَدَ خَلْقِكَ ، وَصَلِّ عَلٰى
مُحَمَّدٍ رِضٰى نَفْسِكَ ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ زِنَةَ عَرْشِكَ ، وَصَلِّ عَلٰى
مُحَمَّدٍ مِدَادَ كَلِمَاتِكَ الَّتِىْ لَا تَنْفَدُ ، اَللّٰهُمَّ وَاَعْطِ مُحَمَّدَنِ الْوَسِيْلَةَ
وَالْفَضْلَ وَالْفَضِيْلَةَ وَالدَّرَجَةَ الرَّفِيْعَةَ ، اَللّٰهُمَّ عَظِّمْ بُرْهَانَهٗ ، وَاَفْلِحْ
حُجَّتَهٗ ، وَاَبْلِغْهُ مَامُوْلَهٗ فِىْ اَهْلِ بَيْتِهٖ وَاُمَّتِهٖ ، اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ

صَلَوَاتِكَ وَبَرَكَاتِكَ وَرَاْفَتَكَ وَرَحْمَتَكَ عَلٰى مُحَمَّدٍ حَبِيْبِكَ
وَصَفِيِّكَ وَعَلٰى اَهْلِ بَيْتِهِ الطَّيِّبِيْنَ الطَّاهِرِيْنَ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى
مُحَمَّدٍ بِاَفْضَلِ مَا صَلَّيْتَ عَلٰى اَحَدٍ مِّنْ خَلْقِكَ ، وَبَارِكْ عَلٰى
مُحَمَّدٍ مِّثْلَ ذٰلِكَ ، وَارْحَمْ مُحَمَّدًا مِّثْلَ ذٰلِكَ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى
مُحَمَّدٍ فِى اللَّيْلِ اِذَا يَغْشٰى ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِى النَّهَارِ اِذَا تَجَلّٰى ،
وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِى الْاٰخِرَةِ وَالْاُوْلٰى ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِنِ الصَّلَاةَ
التَّامَّةَ ، وَسَلِّمْ عَلٰى مُحَمَّدِنِ السَّلَامَ التَّامَّ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ
اِمَامِ الْخَيْرِ وَقَائِدِ الْخَيْرِ وَرَسُوْلِ الرَّحْمَةِ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ اَبَدَ
الْاٰبِدِيْنَ وَدَهْرَ الدَّاهِرِيْنَ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ
الْعَرَبِيِّ الْقُرَشِيِّ الْهَاشِمِيِّ الْاَبْطَحِيِّ التِّهَامِيِّ الْمَكِّيِّ صَاحِبِ التَّاجِ
وَالْهِرَاوَةِ وَالْجِهَادِ وَالْمَغْنَمِ ، صَاحِبِ الْخَيْرِ وَالْمِيْرِ ، صَاحِبِ

السَّرَايَا وَالْعَطَايَا، وَالْاٰيَاتِ الْمُعْجِزَاتِ، وَالْعَلَامَاتِ الْبَاهِرَاتِ وَالْمَقَامِ الْمَشْهُوْدِ، وَالْحَوْضِ الْمَوْرُوْدِ، وَالشَّفَاعَةِ وَالسُّجُوْدِ لِلرَّبِّ الْمَحْمُوْدِ
اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ مَنْ صَلّٰى عَلَيْهِ، وَعَدَدِ مَنْ لَّمْ يُصَلِّ عَلَيْهِ

ترجمو: اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ پهرين ۾ ۽ محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ پوين ۾ ۽ محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ قيامت تائين، اي الله! محمد ﷺ تي جواني جي حالت ۾ رحمت نازل فرماءِ ۽ محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، ان حالت ۾ جو پاڻ ڪريم ﷺ جن پڪا پختا ۽ سٺي اخلاق وارا هئا ۽ محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيڪو تنهنجو رسول ۽ نبي آهي. اي الله! محمد صلى الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ ايستائين جو تون راضي ٿي وڃين ۽ راضي ٿيڻ کان پوءِ بہ مٿس رحمت نازل فرماءِ ۽ مٿس هميشہ هميشہ رحمت نازل فرماءِ.
اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تو مٿس رحمت (صلاة) موڪلڻ جو حڪم فرمايو آهي ۽ محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تون پسند ڪرين ٿو تہ مٿس رحمت نازل ڪئي وڃي. اي الله! محمد صلى الله عليه وسلم تي پنهنجي مخلوق جي ڳاڻاٽي جيتري رحمت نازل فرماءِ ۽ محمد ﷺ تي پنهنجي رضا جيتري رحمت نازل فرماءِ، اي الله! محمد صلى الله عليه وسلم تي پنهنجي عرش جي وزن برابر رحمت نازل فرماءِ ۽ محمد ﷺ تي پنهنجن نہ ختم

ٿيندڙ ڪلمن جي مَسَ جيتري رحمت نازل فرماءِ.
اي الله! پاڻ سڳورن ﷺ کي وسيلو، فضل، فضيلت ۽ بلند درجو عطا فرماءِ، اي الله! پاڻ سڳورن ﷺ جي برهان (دليل) کي عظمت ڏي،پاڻ سڳورن ﷺ جي حجت (دليل يا نشاني) کي ڪامياب بڻاءِ، پاڻ سڳورن ﷺ جي اهل بيت ۽ امت جي باري ۾ مراد پوري فرماءِ. اي الله! نازل فرماءِ پنهنجون عنايتون، پنهنجون برڪتون، پنهنجي شفقت ۽ پنهنجي رحمت، حضرت محمد صلى الله عليه وسلم تي جيڪو تنهنجو محبوب ۽ (چونڊيل) آهي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي اهل بيت تي جيڪي پاڪ ۽ پاڪيزه آهن.
اي الله! رحمت نازل فرماءِ حضرت محمد ﷺ تي ان کان افضل رحمت جيڪا تو پنهنجي مخلوق مان ڪنهن تي به نازل فرمائي ۽ برڪتون نازل فرماءِ حضرت محمد ﷺ تي ان مثل ۽ رحم فرماءِ محمد ﷺ تي ان وانگر،اي الله!محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ رات ۾ جڏهن اها ڇانئجي وڃي ۽ مٿس رحمت نازل فرماءِ ڏينهن ۾ جڏهن هو روشن ٿي وڃي ۽ مٿس دنيا ۾، آخرت ۾ رحمت نازل فرماءِ.
”اي الله ! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ڪامل رحمت ۽ مٿس سلام نازل فرماءِ، ڪامل سلام. اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيڪو ڀلائي جو امام، خير جو قائد ۽ رحمت جو رسول آهي، اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، جيڪو نبي امي آهي عربي، قريشي، هاشمي، ابطحي، تهامي مڪي آهي. تاج ۽ عصا (لٺ) جو صاحب، جهاد ۽ غنيمت وارو،

خير ۽ رزق وارو، سرايا ۽ عطايا جو صاحب، نشانين ۽ معجزن وارو ۽ پڌرين نشانين وارو آهي، مقام محمود جو صاحب، حوض مورود جو صاحب، شفاعت ۽ سجدي جو صاحب آهي رب ساراهيل اڳيان.
اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ انهن ماڻهن جيتري جيڪي مٿس درود شريف پڙهن ٿا ۽ انهن ماڻهن جيتري جيڪي پاڻ سڳورن ﷺ تي درود شريف نہ ٿا پڙهن.“

٧٩. (٢) نميريءِ حضرت امام حسن بصري رحمة الله عليہ کان روايت ڪئي آهي تہ هو جڏهن پاڻ ڪريم ﷺ جن تي درود شريف پڙهندو هو تہ هيئن چوندو هو:

اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ صَلَوَاتِكَ وَبَرَكَاتِكَ، عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا جَعَلْتَهَا عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ، اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ اَيُّهَا النَّبِيُّ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ وَمَغْفِرَةُ اللّٰهِ وَرِضْوَانُهٗ، اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ مُحَمَّدًا مِّنْ اَكْرَمِ عِبَادِكَ عَلَيْكَ، وَمِنْ اَرْفَعِهِمْ عِنْدَكَ دَرَجَةً، وَاَعْظَمِهِمْ خَطَرًا، وَاَمْكَنِهِمْ عِنْدَكَ شَفَاعَةً، اَللّٰهُمَّ اَتْبِعْهُ مِنْ اُمَّتِهٖ وَذُرِّيَّتِهٖ مَا تَقَرُّ بِهٖ عَيْنُهٗ، وَاجْزِهٖ عَنَّا خَيْرَ مَا جَزَيْتَ نَبِيًّا عَنْ اُمَّتِهٖ، وَاجْزِ الْاَنْبِيَاءَ كُلَّهُمْ خَيْرًا، وَسَلَامٌ عَلَى الْمُرْسَلِيْنَ، وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ.

”اي الله! پنهنجون رحمتون ۽ برڪتون محمد ﷺ تي فرماءِ جيئن تو ابراهيم عليہ السلام تي فرمايون بيشڪ تون ساراهيل بزرگيءَ وارو آهين، سلام هجي توتي اي نبي ﷺ ۽ الله جون رحمتون ۽ برڪتون

هجن، مغفرت ۽ رضامندو هجي. اي الله ج ! محمد ﷺ
کي پنهنجن معززترين ٻانهن مان ڪر ۽ انهن مان
ڪر جن جو درجو تو وٽ بلند آهي ۽ سڀ کان
زياده شان وارا آهن ۽ سڀ کان وڌيڪ تو وٽ
سفارش ڪندڙ آهن. اي الله! پاڻ سڳورن ﷺ جي امت
کي سندن ﷺ جي تابع بڻاءِ ۽ سندن ﷺ ذريت (اولاد)
مان ٻـ تابع بڻاءِ ايتري تائين جو پاڻ ڪريم ﷺ جن
جون اکيون مبارڪ ٺري پون ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي
اسان جي طرفان بهتر کان بهتر اجر عطا فرماءِ،جيڪو
تو ڪنهن نبي کي امت طرفان عطا ڪيو هجي ۽ تمام
نبين کي بهتر اجر عطا فرماءِ ۽ سلام هجي رسولن تي
۽ سڀ تعريفون الله جي لاءِ آهن،جيڪو ساري جهانن
جو پالڻهار آهي."

٨٠ ـ (٣) نميريءَ پڻ امام حسن بصري کان روايت ڪئي آهي تہ
هو حضور ﷺ تي هي درود شريف پڙهندو هو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ وَّاَصْحٰبِهٖ وَاَوْلَادِهٖ وَ
اَهْلِ بَيْتِهٖ وَذُرِّيَّتِهٖ وَمُحِبِّيْهِ وَاَتْبَاعِهٖ وَاَشْيَاعِهٖ، وَعَلَيْنَا مَعَهُمْ
اَجْمَعِيْنَ، يَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ،

"اي الله! حضرت محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ
سندس آل تي ۽ سندس احباب تي ۽ سندس اولاد تي
۽ سندس اهل بيت تي ۽ سندس ذريت (اولاد) تي ۽
سندس محبت ڪندڙن تي ۽ سندس پيروڪارن تي ۽
سندس جماعت تي ۽ اسان تي ٻـ انهن سان گڏ اي
ارحم الراحمين."

٨١. (٤) قاضي عياض رحہ شفا ۾ امام حسن بصري رحمة الله

عليہ جو ارشاد نقل ڪيو آهي تہ جيڪو شخص گهري تہ سرورڪائنات ﷺ جي حوض ڪوثر مان ڍڪڻو پاڻي پيئي تہ ان کي گهرجي تہ هي درود شريف پڙهندو رهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِهٖ وَاَصْحٰبِهٖ وَاَوْلَادِهٖ وَاَزْوَاجِهٖ وَ ذُرِّيَّتِهٖ وَاَهْلِ بَيْتِهٖ وَاَصْهَارِهٖ وَاَنْصَارِهٖ وَاَشْيَاعِهٖ وَمُحِبِّيْهِ وَاُمَّتِهٖ ، وَعَلَيْنَا مَعَهُمْ ، يَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ ،

”اي الله! محمد صلى الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ ۽ سندس آل ۽ اصحاب تي ۽ سندس اولاد ۽ گهروارين ۽ سندس ذريت (اولاد) ۽ اهل بيت تي ۽ سندس ساهرن ۽ مددگارن تي ۽ سندس جماعت ۽ پسند ڪندڙن تي ۽ سندس امت تي ۽ انهن سان گڏ اسان سڀن تي اي ارحم الراحمين.“

٨٢. (٥) حسن بن عرفہ ۽ نميريءَ حضرت حسن بصري رحمة الله عليہ جو ارشاد نقل ڪيو آهي تہ جيڪو شخص اذان ٻڌي انجي جواب ۾ اذان وارا لفظ ئي دهرائي، پوءِ جڏهن مؤذن قد قامت الصواة چوي تہ هي دعا پڙهي تہ الله تعاليٰ ان کي محمد ﷺ جي شفاعت ۾ داخل فرمائيندو:

اَللّٰهُمَّ رَبَّ هٰذِهِ الدَّعْوَةِ الصَّادِقَةِ وَالصَّلٰوةِ الْقَائِمَةِ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ ، وَاَبْلِغْهُ دَرَجَةَ الْوَسِيْلَةِ فِى الْجَنَّةِ ،

”اي الله! هن سچي سڏ جا مالڪ ۽ قائم ٿيندڙ نماز جا مالڪ، پنهنجي ٻانهي ۽ رسول محمد ﷺ تي

رحمت نازل فرماءِ ڪيس جنت ۾ وسيلي جي مقام تي پهچاءِ".

٨٣. (٦) نميري طلحہ بن مصرف کان (جيڪو اڪابر تابعين مان هو) روايت ڪئي آهي تہ هو آخري تشهد (التحيات) کان پوءِ هي دعا گهرندو رهندو هو:

أَعْبُدُ اللهَ رَبِّي وَلَا أُشْرِكُ بِهِ شَيْئًا، اَللهُ رَبِّي وَأَنَا عَبْدُهُ، رَبِّ جَعَلْنِي مِنَ الشَّاكِرِيْنَ، وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ، اَدْعُو اللهَ وَاَدْعُو الرَّحْمٰنَ وَاَدْعُوكَ بِأَسْمَائِكَ الْحُسْنٰى كُلِّهَا، لَا إِلٰهَ إِلَّا أَنْتَ سُبْحٰنَكَ، أَنْ تُصَلِّيَ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى إِبْرَاهِيْمَ، إِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ، وَالسَّلَامُ عَلَيْهِ وَرَحْمَةُ اللهِ، رَبِّ أَسْئَلُكَ رِضْوَانَكَ وَالْجَنَّةَ، رَبِّ ارْضَ عَنِّي وَارْضِنِي وَاَدْخِلْنِي الْجَنَّةَ وَعَرِّفْهَا لِي رَبِّ اغْفِرْلِي ذَنْبِي جَمِيْعًا كُلَّهَا، وَتُبْ عَلَيَّ وَقِنِي عَذَابَ النَّارِ، رَبِّ ارْحَمْ وَالِدَيَّ كَمَا رَبَّيَانِي صَغِيْرًا، رَبِّ اغْفِرْلِي وَلِلْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنَاتِ يَوْمَ يَقُوْمُ الْحِسَابُ، إِنَّكَ تَعْلَمُ مُتَقَلَّبَهُمْ وَمَثْوَاهُمْ،

"آءٌ الله جي عبادت ڪريان ٿو، جيڪو منهنجو پالڻهار آهي، ان سان ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ٿو ڪريان. الله منهنجو رب آهي آءٌ ان جو ٻانهو آهيان، اي رب مون کي شڪر گذار ٻانهن مان ڪر ۽ سڀ تعريفون الله پاڪ لاءِ آهن، جيڪو جهانن جو پالڻهار آهي. آءٌ الله کان دعا گهران ٿو، آءٌ رحمٰن کي پڪاريان ٿو، اي

الله! آءٌ توکي تنهنجن سهڻن نالن (اسماء الحسنیٰ) سان سڏيان ٿو، توکان سواءِ کو بہ معبود نہ آهي، تون پاڪ آهين، حضرت محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تو ابراهيم عليہ السلام تي رحمت نازل فرمائي بيشڪ تون ساراهيل بزرگيءَ وارو آهين. ۽ پاڻ سڳورن ﷺ تي سلام هجن ۽ الله جي رحمت. اي الله! آءٌ توکان تنهنجي رضامنديءَ ۽ جنت گهران ٿو. اي منهنجا رب! تون مون کان راضي ٿيءُ ۽ مون کي راضي ڪري ڇڏ ۽ مون کي جنت ۾ داخل فرماءِ ۽ مون کي ان جي سڃاڻ ڏي. اي منهنجا رب! منهنجا سمورا گناهہ بخش، منهنجي توبہ قبول فرماءِ، مون کي دوزخ جي عذاب کان بچاءِ. اي منهنجا رب! منهنجي والدين تي رحم فرماءِ جيئن انهن منهنجي ننڍپڻ ۾ پرورش ڪئي. اي منهنجا رب! منهنجي مغفرت فرماءِ ۽ ايمان وارن مردن ۽ عورتن جي جنهن ڏينهن حساب ٿئي،بيشڪ تون انهن جي موٽڻ جي جاءِ ۽ رهڻ جي جاءِ ڄاڻين ٿو.“

٨٤. (٧) ابن بشڪوال، ابن وضاح جي طريقي سان حضرت عمر بن عبدالعزيز رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ هو فرمائيندو هو تہ مون کي هيءَ ڳالهہ معلوم ٿي آهي تہ جيڪو شخص خميس جي ڏينهن ٽپهري کان پوءِ هي درود شريف پڙهندو رهي تہ الله تعاليٰ هڪ فرشتو مقرر فرمائيندو آهي جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿي عرض ڪندو آهي تہ اي الله جا رسول ﷺ فلاڻي پٽ فلاڻي جي اوهان ڏانهن سلام موڪليا آهن.

اَللّٰهُمَّ رَبَّ الشَّهْرِ الْحَرَامِ، وَالْمَشْعَرِ الْحَرَامِ، وَالرُّكْنِ وَالْمَقَامِ، رَبِّ الْحِلِّ

وَالْحَرَامِ، اِقْرَاْمُحَمَّدًا مِنِّىْ السَّلَامَ ۔

"اي الله! عزت واري مهيني جا رب ، عزت واري قربانيءَ جي جاءِ جا رب، رڪن ۽ مقام جا رب، حل ۽ حرم جا رب، محمد ﷺ تي منهنجي طرفان سلام پڙهه ."

۸۵ . (۸) علامہ حليمي شافعي رحہ پنهنجي ڪتاب "منهاج" ۾ چوي ٿو تہ سفيان بن عينيه رح فرمايو تہ آءٌ ڏٺي مدت تائين جيڪا ستر سال ڪان بہ وڌيڪ هئي،ماڻهن کي يعني تابعين کي بيت الله جي طواف ۾ هي درود شريف پڙهندي ٻڌو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّ عَلٰى اَبِيْنَا اِبْرَاهِيْمَ ۔

"اي الله! محمد ﷺ تي ۽ اسانجي ابي ابراهيم عليہ السلام تي رحمت نازل فرماءِ."

۸۵ ـ الف ـ حليمي چوي ٿو تہ هي درود شريف ان شخص کي پڙهڻ گهرجي جيڪو ابراهيم عليہ السلام جي اولاد مان هجي، پر جيڪو شخص ان جي اولاد مان نہ هجي ان کي هيٺئين چوڻ گهرجي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ نَّبِيِّكَ وَاِبْرَاهِيْمَ خَلِيْلِكَ ۔

" اي الله! پنهنجي نبي محمد ﷺ تي ۽ پنهنجي دوست ابراهيم عليہ السلام تي رحمت نازل فرماءِ"

حليمي چوي ٿو تہ هي بهتر آهي،ڇو تہ مناسڪ حج (حج جا احڪام) ابراهيم عليہ السلام جي ميراث آهن، بيت الله شريف ان جو تاهيل آهي ۽ لبيڪ چوڻ ان جي دعا جي قبول ٿيڻ جو ثمر آهي.

حافظ سخاوي رحہ قول بديع ۾ فرمائي ٿو تہ حضرت امام زين العابدين علي بن حسين رضي الله عنهم کان روايت ٿيل آهي تہ هو ملتزم ۾ باب ڪعبہ ۽ حجراسود جي وچ تي نماز پڙهي هيءَ دعا گهرندو هو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى اٰدَمَ بَدِيْعِ فِطْرَتِكَ، وَلِسَانِ قُدْرَتِكَ وَالْخَلِيْفَةِ فِيْ بَسِيْطَتِكَ، وَعَبْدِ لَكَ، وَمُسْتَعِيْذٍ بِذِمَّتِكَ مِنْ مَتِيْنِ عُقُوْبَاتِكَ وَسَاحِبِ شَعْرِ رَاْسِهٖ تَذَلُّلًا فِيْ حَرَمِكَ لِعِزَّتِكَ، وَمُنْشَاً مِنَ التُّرَابِ فَنَطَقَ إِعْرَابًا بِوَحْدَانِيَّتِكَ، وَاَوَّلِ مُجْتَبًى لِلتَّوْبَةِ بِرَحْمَتِكَ، وَصَلَّى اللّٰهُ عَلٰى ابْنِهِ الْخَالِصِ مِنْ صَفْوَتِكَ الْعَابِدِ الْمَامُوْنِ عَلٰى مَكْنُوْنِ سَرِيْرَتِكَ، بِمَا اَوْلَيْتَهٗ مِنْ نِعْمَتِكَ وَمَعُوْنَتِكَ، وَعَلٰى مَنْ بَيْنَهُمَا مِنَ النَّبِيِّيْنَ وَالصِّدِّيْقِيْنَ وَالشُّهَدَاءِ وَالْمُكْرَمِيْنَ، وَاَسْئَلُكَ اللّٰهُمَّ حَاجَتِي الَّتِيْ بَيْنِيْ وَبَيْنَكَ لَا يَعْلَمُهَا اَحَدٌ دُوْنَكَ، وَصَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلَّمَ ط

”اي الله! حضرت آدم عليہ السلام تي رحمت نازل فرماءِ جيڪو تنهنجي تخليق جو عجيب نمونو آهي، تنهنجي قدرت جي زبان ۾، تنهنجي زمين تي خليفو آهي، تنهنجي بندگي ڪرڻ وارو آهي، تنهنجي ذمي ۾ پناهہ وٺڻ وارو آهي. تنهنجي مضبوط عذاب کان بچڻ لاءِ، تنهنجي عزت جي اڳيان تنهنجي حرم ۾ جهڪندي پنهنجي مٿي جي وارن کي گسائڻ وارو آهي، ۽ مٽي کان پيدا ٿيل آهي، پوءِ ان تنهنجي وحدانيت (هيڪڙائي) بيان ڪندي ڳالهايو ۽ اهو

پهريون شخص آهي جنهن تنهنجي مهر سان توبه جي دامن ۾ پناهه ورتي، ۽ رحمت نازل فرماءِ ان جي فرزند (محمد صلي الله عليه وسلم) تي جيڪو تنهنجي برگزيده ٻانهن مان خاص ٻانهو آهي، تنهنجي عبادت ڪرڻ وارو، تنهنجي لڪل رازن جو امين آهي، ان ڪري جو تون ڪيس پنهنجي خاص نعمت ۽ مدد سان نوازيو ۽ انهن ٻنهين جي وچ ۾ جيڪي نبي، صديق، شهيد ۽ بزرگ آهن، انهن سڀني تي رحمت نازل فرماءِ. اي الله! آءٌ توکي پنهنجي حاجت لاءِ عرض ڪريان ٿو، جيڪا مون کي معلوم آهي يا توکي، توکان سواءِ ان کي ڪو به نه ٿو ڄاڻي ۽ الله پاڪ رحمت نازل فرماءِ محمد ﷺ تي ۽ سندس آل ۽ اصحاب تي ۽ سلام موڪل گهڻا سلام."

٨٧ - (١٠) عتبي پنهنجي والد کان نقل ڪيو آهي ته حضرت عمر بن عبدالعزيز رحه پنهنجي هڪ مائٽياڻيءَ جي نڪاح جو خطبو پڙهيو، ۽ ان جي منڍ ۾ هي لفظ چيائين:

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ ذِی الْعِزِّ وَالْكِبْرِيَاءِ، وَصَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّدٍ خَاتِمِ الْاَنْبِيَاءِ.

"سڀ تعريفون الله لاءِ آهن، جيڪو عزت ۽ ڪبريائي جو مالڪ آهي ۽ الله پاڪ رحمت نازل فرماءِ محمد ﷺ تي جيڪو خاتم الانبياء آهي." ان کان پوءِ باقي خطبو پورو ڪيائون.

# چوٿون فصل

درود شريف جي انهن لفظن ۽ ڪيفيتن جي بيان ۾ جيڪي اصحابن ۽ تابعين کان سواءِ ٻين عالمن ۽ بزرگن کان منقول آهن ۽ هي ڪنهن مقرر ٿيل تعداد ۾ نہ آهن پر هن رسالي ۾ ٻارنهن ڪيفيتون بيان ڪجن ٿيون.

٨٨ ـ (١) ابن بشڪوال ۽ نميري ابو الحسن ڪرخي کان (جيڪو حضرت معروف ڪرخي رحہ جو سنگتي آهي) نقل ڪيو آهي تہ حضرت معروف ڪرخي رحمة الله عليہ هنن لفظن سان پاڻ سڳورن ﷺ تي درود شريف پڙهندو رهندو هو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ مِّلْءَ الدُّنْيَا وَمِلْءَ الْاٰخِرَةِ، وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ مِّلْءَ الدُّنْيَا وَمِلْءَ الْاٰخِرَةِ، وَارْحَمْ مُحَمَّدًا مِّلْءَ الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ، وَسَلِّمْ عَلٰى مُحَمَّدٍ مِّلْءَ الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ،

”اي الله! محمد ﷺ تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جنهن سان دنيا ۽ آخرت ڀرجي وڃي ۽ محمد ﷺ تي اهڙيون برڪتون نازل فرماءِ جنهن سان دنيا ۽ آخرت ٽمٽار ٿي وڃي ۽ محمد ﷺ تي اهڙو رحم فرماءِ جنهن سان دنيا بہ ڀرجي وڃي ۽ آخرت بہ ڀرجي وڃي ۽ محمد ﷺ تي اهڙو سلام موڪل جنهن سان دنيا بہ ڀرجي وڃي ۽ آخرت بہ ڀرجي وڃي.“

٨٩. (٢) نميري حضرت ابو محمد عبدالله موصليءَ کان (جيڪو ابن مسهر جي نالي سان مشهور آهي ۽ جيڪو وڏو بزرگ هو) نقل ڪيو

آهي تہ ان فرمايو تہ جيڪو شخص پسند ڪري ٿو تہ الله پاڪ جو حمد (تعريف) اهڙي انداز ۾ ڪري جيڪو ڀھرين، پوين، مقرب ملائڪن، ۽ آسمان زمين وارن ڪان بھتر هجي ۽ پسند ڪري تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن تي اهڙي طريقي سان درود شريف پڙهي جيڪو سيني ايمان وارن جي درود شريف ڪان بھتر هجي ۽ پسند ڪري تہ الله پاڪ جي بارگاهہ ۾ اهڙي طريقي سان دعا ڪري جيڪا سڄي مخلوق جي دعائن ڪان بھتر هجي ان ڪي گھرجي تہ هيئن چوي:

اَللّٰهُمَّ لَكَ الْحَمْدُ كَمَا اَنْتَ اَهْلُهٗ، فَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا اَنْتَ اَهْلُ وَافْعَلْ بِنَا مَا اَنْتَ اَهْلُهٗ، فَاِنَّكَ اَهْلُ التَّقْوٰى وَاَهْلُ الْمَغْفِرَةِ۔

”اي الله! تنهنجي لاءِ تعريف آهي جيئن تون ان جي لائق آهين پوءِ پاڻ ڪريم ﷺ جن تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جنهن جو تون لائق آهين ۽ اسان سان اهو معاملو فرماءِ جنهن جي تون لائق آهين ڇو تہ تون ئي ان جي لائق آهين جو توکان ڊڄجي ۽ تون ئي بخشش ڪرڻ وارو آهين.

٩٠ - (٣) حافظ سخاوي رحہ فرمائي ٿو تہ هيٺيون درود شريف امام شافعي رح کان نقل ٿيل آهي، جيڪو ان پنهنجي ڪتاب جي خطبي ۾ بيان ڪيو آهي:

صَلَّى اللهُ عَزَّ وَجَلَّ عَلٰى نَبِيِّنَا مُحَمَّدٍ كُلَّمَا ذَكَرَهُ الذَّاكِرُوْنَ، وَغَفَلَ عَنْ ذِكْرِهِ الْغَافِلُوْنَ، وَصَلّٰى عَلَيْهِ فِي الْاَوَّلِيْنَ وَالْاٰخِرِيْنَ، اَفْضَلَ وَاَكْثَرَ وَاَزْكٰى مَا صَلّٰى عَلٰى اَحَدٍ مِّنْ خَلْقِهٖ، وَزَكَّانَا بِالصَّلَاةِ عَلَيْهِ

اَفۡضَلَ مَا زَكّٰى اَحَدًا مِّنۡ اُمَّتِهٖ ، وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيۡهِ وَرَحۡمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ ، وَجَزَاهُ اللّٰهُ عَزَّ وَجَلَّ عَنَّا اَفۡضَلَ مَا جَزٰى مُرۡسَلًا عَمَّنۡ اَرۡسِلَ اِلَيۡهِ ، فَاِنَّهٗ اَنۡقَذَنَا بِهٖ مِنَ الۡهَلَكَةِ ، وَجَعَلَنَا فِىۡ خَيۡرِ اُمَّةٍ اُخۡرِجَتۡ لِلنَّاسِ ، دَائِنِيۡنَ بِدِيۡنِهِ الَّذِىۡ رَتَضٰى ، وَاصۡطَفٰى لَهٗ مَلٰۤئِكَتَهٗ وَمَنۡ اَنۡعَمَ عَلَيۡهِ مِنۡ خَلۡقِهٖ ، فَلَمۡ تَمَسَّ بِنَا نِعۡمَةٌ

ظَهَرَتۡ وَلَا بَطَنَتۡ فَلَنَا حَظٌّ بِهَا فِىۡ دِيۡنٍ وَّدُنۡيَا وَدُفِعَ عَنَّا بِهَا مَكۡرُوۡهٌ فِيۡهِمَا وَفِىۡ وَاحِدٍ مِّنۡهُمَا اِلَّا وَمُحَمَّدٌ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَسَلَّمَ سَبَبُهَا الۡقَائِدُ اِلٰى خَيۡرِهَا ، وَالۡهَادِىۡ اِلٰى رُشۡدِهَا ، الذَّائِدُ عَنِ الۡهَلَكَةِ وَمَوَارِدِ السُّوۡءِ فِىۡ خِلَافِ الرُّشۡدِ ، الۡمُنَبِّهُ لِلۡاَسۡبَابِ الَّتِىۡ تُوۡرِدُ الۡهَلَكَةَ ، اَلۡقَائِمُ بِالنَّصِيۡحَةِ فِى الۡاِرۡشَادِ وَالۡاِنۡذَارِ مِنۡهَا ، وَصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَسَلَّمَ كَمَا صَلَّيۡتَ عَلٰى اِبۡرَاهِيۡمَ وَاٰلِ اِبۡرَاهِيۡمَ اِنَّهٗ حَمِيۡدٌ مَّجِيۡدٌ ،

الله عزوجل رحمت نازل فرماءِ اسانجي پيغمبر محمد صلی الله عليه وسلم تي جڏهن به سندس ذڪر ڪرڻ وارا ذڪر ڪن ۽ غفلت وارا غافل ٿين ۽ الله پاڪ مٿس رحمت فرماءِ پهرين ۾ ۽ پوين ۾ ان ڪان بهتر ۽ گهڻي رحمت جيڪا الله پاڪ پنهنجي مخلوق مان ڪنهن تي به نازل فرمائي ۽ اسان کي درود شريف جي برڪت سان پاڪ فرماءِ. سڀ ڪان افضل پاڪ جو

امت مان ڪنهن کي بہ پاڪ ڪيو ويو هجي، پاڻ ڪريم ﷺ جن تي صلاة ۽ سلام هجي ۽ الله تعالىٰ جون رحمتون ۽ برڪتون هجن ۽ الله پاڪ پاڻ ڪريم ﷺ جن کي ان ڪان بهتر بدلو ڏئي جو ڪنهن پيغمبر کي سندس امت طرفان ڏنو ويو هجي،جو تہ الله تعاليٰ اسانکي پاڻ سڳورن ﷺ جي طفيل هلاڪت ڪان ڪڍيو ۽ اسان کي بهتر امت بڻايو جيڪا ماڻهن جي (نفعي) لاءِ ڪڍي وئي. اسان الله پاڪ جي ان پسنديده دين کي اختيار ڪيو آهي،جنهن لاءِ الله تعاليٰ پنهنجن فرشتن کي چونڊيو ۽ انهن ۾انهن کي منتخب ڪيو جن تي پنهنجي مخلوق مان انعام فرمايائين، پوءِ اسانکي ڪابہ پڌري يا ڳجهي نعمت نٿي پهچي جو اسان لاءِ ان ۾ ڀاڱو هجي، دين ۾ يا دنيا ۾ ۽ ان نعمت جي ذريعي ڪنهن مڪروهہ (اڻ وڻندڙ) کي دفع ڪيو ويو هجي دين ۾ يا دنيا ۾، مگر حضرت محمد صلى الله عليه وسلم ئي انجو ڪارڻ آهن،جو انجي ڀلائيءَ جي طرف آڻيندڙ آهي ۽ ان جي هدايت ڏانهن رهنمائي ڪرڻ وارو آهي ۽ جيڪو هلاڪت ڪان ۽ برائيءَ جي موقعن ڪان هٽائڻ وارو آهي انهن سببن تي خبردار ڪندڙ آهي جيڪي هلاڪت ۾ وجهندڙ آهن، رهنمائي ڪرڻ ۽ ڏيکارڻ ۾ نصيحت ۽ خير خواهي جو حق ادا ڪرڻ وارو آهي ۽ الله تعاليٰ اسانجي آقا حضرت محمد صلى الله عليه وسلم تي ۽ سندس آل تي صلاة ۽ سلام نازل فرمائي جيئن ان رحمت نازل فرمائي حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ آل ابراهيم تي، بيشڪ اهو ساراهيل ۽

بزرگيءَ وارو آهي.“

٩١. (۴) حافظ سخاوي رحمة الله عليه ”قول بديع“ ۾ چوي ٿو ته روايت ڪيل آهي ته جيڪو شخص خواب ۾ پاڻ ڪريم ﷺ جن جي زيارت جو شرف حاصل ڪرڻ گهري اهو هي درود شريف پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا اَمَرْتَنَا اَنْ نُّصَلِّىَ عَلَيْهِ ۔ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا هُوَ اَهْلُهٗ ۔ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا تُحِبُّ وَتَرْضٰى لَهٗ ۔

”اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تون اسان کي حڪم فرمايو آهي ته اسان مٿس درود شريف موڪليون، اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جنهن جا پاڻ سڳورا ﷺ لائق آهن. اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تون پسند فرمائين ۽ جيئن تون راضي ٿئين.“

پوءِ جيڪو شخص ان درود شريف کي اڪي عدد ۾ پڙهي ۽ ان کي خواب ۾ زيارت نصيب ٿئي مناسب آهي ته ان سان گڏ هن درود شريف جو اضافو به ڪري:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى رُوْحِ مُحَمَّدٍ فِى الْاَرْوَاحِ ۔ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى جَسَدِ مُحَمَّدٍ فِى الْاَجْسَادِ ۔ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى قَبْرِ مُحَمَّدٍ فِى الْقُبُوْرِ ۔

”اي الله ! محمد ﷺ جي روح تي رحمت نازل فرماءِ روحن ۾، محمد ﷺ جي جسم تي رحمت نازل فرماءِ جسمن ۾، محمد ﷺ جي قبر تي رحمت نازل فرماءِ قبرن ۾.“

هي هيٺو (مخدوم رح) عرض ڪري ٿو ته هي درود شريف پهرين فصل جي ٣۵ نمبر ۾ گذري چڪو آهي، جتي هي بيان ٿيل آهي ته هي

درود شريف خواب ۾ زيارت نبوي ﷺ لاءِ مفيد آهي.

٩٢. (٥) دينوري "مجالسہ" ۾ ۽ نميري يوسف بن اسباط کان نقل ڪيو آهي تہ هو چوي ٿو تہ مون کي هيءَ ڳالهہ پهتي آهي تہ اقامت (تڪبير) ٻڌڻ وقت ماڻهوءَ کي هي درود شريف پڙهڻ گهرجي:

اَللّٰهُمَّ رَبَّ هٰذِهِ الدَّعْوَةِ الْمُسْتَمَعَةِ الْمُسْتَجَابِ لَهَا صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّ عَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ، وَّزَوِّجْنَا مِنَ الْحُوْرِ الْعِيْنِ،

"اي الله! هن ٻڌل ۽ قبول پيل سڏ جا رب محمد صلي الله عليه وسلم ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ۽ اسانجي شادي وڏين اکين واري حور سان ڪراءِ."

۽ جيڪڏهن ڪو شخص ان وقت هي درود شريف نہ ٿو پڙهي تہ بهشتي حوران چون ٿيون تہ عجيب ماڻهو آهي جيڪو اسان کان بي رغبت آهي.

٩٣. (٦) حافظ ابن نعيم "حليہ" ۾ نقل ڪيو آهي تہ حضرت ابراهيم بن ادهم رح هر جمع جي صبح جو دعا گهرندو هو جنهن ۾ هي لفظ چوندو هو:

وَصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِهٖ وَسَلَّمَ كَثِيْرًا خَاتَمَ كَلَامِيْ وَ مِفْتَاحَهٗ، وَعَلٰى اَنْبِيَائِهٖ وَرُسُلِهٖ اَجْمَعِيْنَ، اٰمِيْنَ رَبَّ الْعٰلَمِيْنَ، اَللّٰهُمَّ اَوْرِدْنَا حَوْضَهٗ وَاسْقِنَا بِكَاسِهٖ مَشْرَبًا رَوِيًّا سَائِغًا هَنِيْئًا لَا نَظْمَأُ بَعْدَهٗ اَبَدًا، وَاحْشُرْنَا فِيْ زُمْرَتِهٖ غَيْرَ خَزَايَا وَلَا نَاكِثِيْنَ وَلَا مُرْتَابِيْنَ وَلَا مَقْبُوْحِيْنَ وَلَا مَغْضُوْبًا عَلَيْنَا وَلَا الضَّالِّيْنَ،

" ۽ الله تعاليٰ ! رحمت فرماءِ محمد ﷺ ۽ سندس آل تي ۽ گهڻا سلام نازل فرماءِ. اهائي منهنجي گفتگوءَ جي پڇاڙي ۽ اها ئي انجي اڳياڙي آهي ۽ الله تعاليٰ رحمت نازل فرماءِ پنهنجن

سمورن نبين ۽ رسولن تي آمين يا رب العالمين . اي الله! اسانکي پاڻ ڪريم ﷺ جن جي حوض ڪوثر تي وٺي وڃ ۽ انجي پيالي مان اهڙو پاڻي پيار جيڪو ڏڍ ڪرائيندڙ هجي، وڻندڙ هجي، مزيدار هجي،جنهن کان پوءِ ڪڏهن اڃ نہ لڳي ۽ اسانکي پاڻ سڳورن ﷺ جي جماعت مان اٿار ان حالت ۾ جو نہ اسان خوار هجون نہ وعدو ٽوڙيندڙ هجون، نہ شڪ ڪندڙ هجون، نہ برائيءَ سان ياد ڪيل هجون، نہ اسان تي ڏمر هجي، نہ گمراهہ هجون."

٩۴. (٧) اسماعيل قاضي امام احمد کان نقل ڪيو آهي تہ هو جنازي جي نماز ۾ پاڻ ڪريم ﷺ جن ۽ سيني نبين ۽ مقرب ملائڪن تي هنن لفظن ۾ درود شريف پڙهندو هو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى اَنْبِيَائِكَ وَالْمُرْسَلِيْنَ، وَمَلَائِكَتِكَ الْمُقَرَّبِيْنَ، وَاَهْلِ طَاعَتِكَ اَجْمَعِيْنَ، مِنْ اَهْلِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِيْنَ، اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ.

"اي الله! پنهنجن نبين ۽ رسولن تي رحمت نازل فرماءِ ۽ مقرب ملائڪن تي ۽ پنهنجن سمورن فرمانبردارن تي توڙي اهي آسمان وارا هجن يا زمين وارا،بيشڪ تون هر شيءِ تي وس وارو آهين."

٩۵. (٨) حافظ سخاوي رح چوي ٿو تہ جڏهن زيارت ڪرڻ وارو حضور ﷺ جي روضي پاڪ جي زيارت لاءِ اچي تہ انجي سامهون بيهي هيئن چوي:

اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا رَسُوْلَ اللهِ، اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا نَبِيَّ اللهِ، اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا خِيَرَةَ اللهِ، اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا خَيْرَ خَلْقِ اللهِ، اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا حَبِيْبَ اللهِ

اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا سَيِّدَ الْمُرْسَلِيْنَ، اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا خَاتَمَ النَّبِيِّيْنَ، اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا رَسُوْلَ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ، اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا قَائِدَ الْغُرِّ الْمُحَجَّلِيْنَ، اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا بَشِيْرُ، اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا نَذِيْرُ، اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ وَعَلٰى اَهْلِ بَيْتِكَ الطَّاهِرِيْنَ، اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ وَعَلٰى اَزْوَاجِكَ الطَّاهِرَاتِ اُمَّهَاتِ الْمُؤْمِنِيْنَ، اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ وَعَلٰى اَصْحٰبِكَ اَجْمَعِيْنَ، اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ وَعَلٰى سَائِرِ الْاَنْبِيَاءِ وَالْمُرْسَلِيْنَ، وَسَائِرِ عِبَادِ اللّٰهِ الصَّالِحِيْنَ، جَزَاكَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنَّا يَا رَسُوْلَ اللّٰهِ اَفْضَلَ مَا جَزٰى نَبِيًّا عَنْ قَوْمِهٖ وَرَسُوْلًا عَنْ اُمَّتِهٖ، وَصَلّٰى عَلَيْكَ كُلَّمَا ذَكَرَكَ ذَاكِرُوْنَ، وَكُلَّمَا غَفَلَ عَنْ ذِكْرِكَ الْغٰفِلُوْنَ، وَصَلّٰى عَلَيْكَ فِى الْاَوَّلِيْنَ، وَصَلِّ عَلَيْكَ فِى الْاٰخِرِيْنَ، اَفْضَلَ وَاَكْمَلَ وَاَطْيَبَ مَا صَلّٰى عَلٰى اَحَدٍ مِّنَ الْخَلْقِ اَجْمَعِيْنَ، كَمَا اسْتَنْقَذَنَا بِكَ مِنَ الضَّلَالَةِ، وَبَصَّرَنَا بِكَ مِنَ الْعَمٰى وَالْجَهَالَةِ، اَشْهَدُ اَنْ لَّا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ، وَاَشْهَدُ اَنَّكَ عَبْدُهٗ وَرَسُوْلُهٗ، وَخِيَرَتُهٗ مِنْ خَلْقِهٖ، وَاَشْهَدُ اَنَّكَ بَلَّغْتَ الرِّسَالَةَ، وَاَدَّيْتَ الْاَمَانَةَ، وَنَصَحْتَ الْاُمَّةَ، وَجَاهَدْتَ فِى اللّٰهِ حَقَّ جِهَادِهٖ، اَللّٰهُمَّ اٰتِهٖ نِهَايَةَ مَا يَنْبَغِىْ اَنْ يَّاْمُلَهُ الْاٰمِلُوْنَ،

"سلام هجي توتي اي الله جا رسول ﷺ، سلام هجي توتي اي الله جا نبي ﷺ، سلام هجي توتي اي الله جا پيارا ﷺ، سلام هجي توتي اي الله جا حبيب ﷺ ، سلام هجي توتي اي

رسولن جا سردار ﷺ، سلام هجي توتي ۽ اي نبين جي پڄاڻي
ڪرڻ وارا ﷺ، سلام هجي توتي اي جهانن جي پالڻهار جا
پيغمبر ﷺ، سلام هجي تو تي اي چمڪندڙ چهرن ۽ روشن
هٿن ۽ پيرن وارن جا سردار ﷺ، سلام هجي توتي اي
خوشخبريون ڏيڻ وارا ﷺ، سلام هجي توتي اي (عذاب الاهي
کان) ڊيڄارڻ وارا، سلام هجي توتي ۽ تنهنجي پاڪ اهل بيت
تي، سلام هجي توتي ۽ تنهنجي پاڪ گهروارين تي جيڪي
مومنن جون مائرون آهن، سلام هجي توتي ۽ تنهنجي سمورن
اصحابن تي، سلام هجي توتي ۽ سمورن نبين، رسولن تي ۽ الله
تعاليٰ جي نيڪ ٻانهن تي، اي الله جا رسول ﷺ الله پاڪ توکي
اسان جي طرفان بهتر بدلو عطا فرمائي، جو ڪنهن نبي کي
سندس قوم طرفان ۽ ڪنهن رسول کي سندس امت طرفان عطا
فرمايائين، الله پاڪ توتي رحمت موڪلي جڏهن به ذڪر
ڪندڙ تنهنجو ذڪر ڪن ۽ جڏهن غافل تنهنجي ذڪر کان
غفلت ڪن ۽ الله پاڪ توتي رحمت موڪلي پهرين ۽ پوين ۾،
ان کان افضل، بهتر ۽ سٺي رحمت جيڪا الله پاڪ مخلوق مان
ڪنهن تي به موڪلي، جيئن الله پاڪ تنهنجي ذريعي اسانکي
گمراهيءَ مان ڪڍيو ۽ تنهنجي ذريعي اسان کي جهالت ۽
اوندهه کان بچائي روشني (سنئين راهه) عطا فرمائي، آءٌ شاهدي
ڏيان ٿو ته الله کانسواءِ ڪو به معبود نه آهي ۽ آءٌ شاهدي
ڏيان ٿو ته اوهان الله جا ٻانها، ان جا پيغمبر ﷺ ۽ انجي
مخلوق مان سڀ کان ڀلارا آهيو ۽ آءٌ شاهدي ڏيان ٿو ته پاڻ
سڳورن ﷺ الاهي پيغام بلڪل صحيح طريقي سان پهچايو ۽
امانت جو حق ادا ڪيو ۽ امت سان ڪمال درجي جي سچائپ
ڪئي ۽ الله جي رستي ۾ جهاد جو حق ادا ڪيو، اي الله! پاڻ
ڪريم ﷺ جن کي اهو ڪجهه عطا ڪر جنهن جي اميد ڪرڻ
وارا اميد ٿا ڪن.“

ان کان پوءِ پنهنجي لاءِ ايمان وارن مردن ۽ عورتن لاءِ دعا گهري، ان کان بعد حضرت ابوبکر رضي الله عنہ پوءِ حضرت عمر رضي الله عنہ جي خدمت ۾ سلام عرض ڪري ۽ بارگاهہ الاهي ۾ دعا گهري ۽ جڏهن زيارت کان واپسيءَ جو ارادو ڪري تہ قبر شريف کي اڳين سلامن سان الوداع ڪري ۽ ساڻن هي لفظ بہ ملائي:

وَصَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اَفْضَلَ مَاصَلّٰى عَلٰى اَحَدٍ مِّنَ النَّبِيِّيْنَ ، وَرَفَعَ دَرَجَتَهٗ فِىْ عِلِّيِّيْنَ ، وَاٰتَاهُ الْوَسِيْلَةَ ، وَالْمَقَامَ الْمَحْمُوْدَ ، وَالشَّفَاعَةَ الْعُظْمٰى ، كَمَا جَعَلَهٗ رَحْمَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ ، وَهَنَّاهُ بِمَا اَعْطَاهُ وَزَادَهٗ فِيْمَا مَنَحَهٗ وَ اَوْلَاهُ ، وَتَابَعَ لَدَيْهِ مَوَاهِبَهٗ وَعَطَايَاهُ ، وَاَسْعَدَنَا بِشَفَاعَتِهٖ يَوْمَ الْقِيَامَةِ ، وَكَافَاهُ عَنَّا وَجَازَاهُ ، وَاَجْزَلَ مَثُوْبَتَهٗ ، وَرَفَعَ دَرَجَتَهٗ بِمَا اَدَّاهُ اِلَيْنَا مِنْ رِّسَالَتِهٖ ، وَاَفَاضَ عَلَيْنَا مِنْ نُّصْحِهٖ وَعَلَّمَنَاهُ ، اِنَّهٗ قَرِيْبٌ مُّجِيْبٌ ،

”الله تعاليٰ رحمت نازل فرماءِ محمد صلی الله عليه وسلم تي ان کان بهتر رحمت جيڪا نبين مان ڪنهن تي بہ ان فرمائي ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن جو درجو اعليٰ عليين ۾ بلند فرمائي ۽ ڪين ﷺ وسيلو، مقام محمود ۽ شفاعت عظميٰ عطا فرمائي، جيئن پاڻ سڳورن ﷺ

ڪي رحمة للعالمين بڻايائين ۽ پنهنجن عطائن سان خوش ڪيائين ۽ جيڪي ﷺ کين ڏنائين ۽ عطا ڪيائين، ان کي زياده ڪيائين ۽ وٽس ﷺ تحفن ۽ عطائن کي لڳاتار ڪيائين ۽ قيامت جي ڏينهن اسانکي سندن ﷺ شفاعت سان ڀاڳوند ڪيائين ۽ اسان جي طرفان پاڻ ڪريم ﷺ کي بهتر بدلو (جزاءِ خير) عطا ڪيائين ۽ سندس ثواب کي تمام وڏو ڪيائين ۽ سندس ﷺ مرتبو بلند فرمايائين. ان ڪري جو پاڻ ﷺ اسان تائين الاهي پيغام پهچايائون ۽ اسان تي پنهنجي خير خواهي وسايائين ۽ اسانکي تعليم ڏنائين بيشڪ اهو (الله) ويجهو دعا قبول ڪندڙ آهي."

٩٦ ـ (٩) ابن ابي حاتم ۽ نميري عثمان بن عمر کان روايت ڪئي آهي ته آءُ امام سفيان ثوري رحمة الله عليہ کي ڪيترا ڀيرا ڏٺم ته اهو ڪچهري کان اٿڻ وقت هي درود شريف پڙهندو هو:

صَلَّى اللهُ وَمَلَائِكَتُهٗ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اَنْبِيَاءِ اللهِ تَعَالٰى وَمَلَائِكَتِهٖ

"الله تعاليٰ ۽ ان جا فرشتا محمد ﷺ ۽ الله تعاليٰ جي نبين ۽ سندس ملائڪن تي رحمت موڪلن."

٩٧ ـ (١٠) امام بيهقي فرمائي ٿو ته خواب ۾ امام شافعي رحہ کي ڏٺو ويو ۽ ان کان پڇيو ويو ته الله پاڪ اوهان سان ڪهڙو معاملو ڪيو؟ چيائين ته بخشي ڇڏيائين، عرض ڪيو ويو ته ڇا جي ڪري؟ فرمايائين پنجن جملن جي برڪت سان، جنهن سان پاڻ ڪريم ﷺ جن تي آءُ درود شريف پڙهندو هوس.عرض ڪيو ويو، ڪهڙا جملا؟ فرمايائين آءُ هيئن چوندو هوس:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَنْ صَلّٰى عَلَيْهِ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ

عَدَدَ مَنْ لَّمْ يُصَلِّ عَلَيْهِ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا اَمَرْتَ اَنْ يُّصَلّٰى عَلَيْهِ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا يُحِبُّ اَنْ يُّصَلّٰى عَلَيْهِ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا تَنْبَغِي الصَّلَاةُ عَلَيْهِ،

”اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ايتري جيترا ماڻهو مٿن ﷺ درود ٿا پڙهن ۽ ايتري جيترا ماڻهو مٿس درود نہ ٿا پڙهن ۽ محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تو حڪم ڪيو آهي تہ مٿس درود پڙهيو وڃي ۽ محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تو حڪم ڪيو آهي تہ مٿس درود پڙهيو وڃي ۽ محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تون پسند فرمائين ٿو تہ مٿس رحمت موڪلي وڃي ۽ محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن سندن ﷺ شان وٽان آهي تہ مٿن ﷺ درود شريف پڙهيو وڃي.“

٩٨. (١١) ڪجهن نيڪن ۽ صالحن کان روايت ٿيل آهي تہ جيڪو شخص سختي ۽ پريشاني ۾ مبتلا هجي ان کي گهرجي تہ هي درود شريف پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ الطَّاهِرِ الزَّكِيِّ صَلَاةً تُحَلُّ بِهِ الْعُقَدُ وَتُفَكُّ بِهَا الْكُرَبُ،

”اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيڪو نبي امي طاهر پاڪ آهي، اهڙي رحمت جو ان جي برڪت سان ڳنڍيون کلي وڃن ۽ پريشانيون دور ٿي وڃن.“

ان درود شريف جو بار بار ورد ڪرڻ سان الله پاڪ ان جي پريشاني ختم فرمائيندو. شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحہ ان کي ”جذب القلوب“

۾ نقل ڪري هنن لفظن جو واڌارو ڪيو آهي:

صَلَاةً تَكُوْنُ لَكَ رِضىً وَّلِحَقِّهٖ اَدَاءً وَّعَلٰى اٰلِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ.

”اهڙي رحمت جيڪا توکي پسند هجي ۽ جنهن سان پاڻ ڪريم ﷺ جن جو حق ادا ٿي وڃي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي آل تي به ۽ برڪتون ۽ سلام نازل فرماءِ.

شيخ رحمة الله عليه چيو آهي ته ان درود شريف جو ورد دل کي روشن ۽ سيني کي ڪشادو ڪندو آهي ۽ هي درود شريف شاهه عبدالقادر جيلاني رحه کان نقل ڪيو ويو آهي.

٩٩. (١٢) هڪ بزرگ کان نقل ٿيل آهي ته ان چيو ته مون تي ڏهه هزار قرض هو ۽ آءُ ان مان ڪجهه به ادا ڪرڻ جي طاقت نه پيو رکان، ڏاڍو حيران ٿيس.پوءِ آءُ پاڻ ڪريم ﷺ جن جي بارگاهه ۾ التجا ڪئي، حضور ﷺ جن جي خواب ۾ زيارت ٿي، احوال عرض ڪيو، حضور ﷺ جن فرمايو ته، ”ابن طولون ڏانهن وڃ، ان کي منهنجا سلام چئُ ۽ چويس ته مون کي حضور سائين ﷺ توکان ڏهه هزار ڏيارا آهن، مون عرض ڪيو ته يارسول الله ﷺ ڪا نشاني عطا ڪيو،جنهن سان هو منهنجي ڳالهه تي يقين ڪري.فرمايائون ته ان کي هي نشاني ٻڌاءِ ته تون هر رات سمهڻ کان اڳ حضور ﷺ تي ڏهه هزار ڀيرا درود شريف پڙهندو آهين پر ڪلهه رات تو اٺ هزار ڀيرا درود شريف پڙهيو هو ته توکي ننڊ اچي وئي ۽ ٻن هزارن جو وظيفو رهجي ويو.“ اهو بزرگ چوي ٿو ته آءُ ننڊ کان جاڳيس ۽ ابن طولون ڏانهن ويس ۽ کيس چيو ته حضور ﷺ مون کي توهان کان ڏهه هزار ڏيارا آهن ۽ ان جي نشاني اها آهي ته تون هر رات سمهڻ کان اڳ ڏهه هزار ڀيرا درود شريف پڙهندو آهين پر ڪلهه رات تون اٺ هزار ڀيرا پڙهيو هو ته ننڊ جو غلبو ٿي ويو ۽ توکان ٻن هزارن جو وظيفو رهجي ويو.“ ابن طولون اهو خواب ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ حڪم جي تعميل ڪندي مون کي ڏهه هزار ته ڏنائين ۽ وڌيڪ

ڏهہ هزار بطور شڪراني جي ٻہ ڏنائين، مون پڇيو تہ هر رات جيڪو درود شريف تون پڙهندو آهين اهو ڪهڙو آهي؟ ان چيو تہ آءٌ هر رات ڏهہ ڀيرا هي درود شريف پڙهندو آهيان پر گذريل رات اٺ ڀيرا پڙهيو هيم تہ ننڊ اچي وئي. اهو درود شريف هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ ۣالسَّيِّدِ الْكَامِلِ الْفَاتِحِ الْخَاتِمِ حَاءِ الرَّحْمَةِ وَمِيْمِ الْمَمْلَكَةِ وَدَالِ الدَّوَامِ صَلَاةً دَائِمَةً بِدَوَامِ مُلْكِكَ بَاقِيَةً بِبَقَاءِ عِزِّكَ، لَا نَفَادَ لَهَا دُوْنَ عِلْمِكَ، عَدَدَ مَا كَانَ وَعَدَدَ مَا يَكُوْنُ وَعَدَدَ مَا هُوَ كَائِنٌ فِيْ مُلْكِكَ اِلٰى يَوْمِ الدِّيْنِ، وَرَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنِ الصَّحَابَةِ اَجْمَعِيْنَ، وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ،

”اي الله ! اسانجي سائين محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيڪو ڪامل سيد (سردار) آهي، فاتح ۽ خاتم ﷺ آهي ’ح‘ رحمت آهي، ’ميم‘ مملڪت آهي، ۽ ’دال‘ دوام آهي. اهڙي رحمت جيڪا هميشہ رهي تنهنجي ملڪ جي دوام (هميشگي) سان گڏ. باقي رهي تنهنجي عزت جي بقا سان گڏ جيڪا تنهنجي ڄاڻ ڪانسواءِ ختم نہ ٿي، انهن شين جيتري جيڪي ٿي گذريون ۽ جيڪي ٿينديون ۽ جيڪي تنهنجي بادشاهي ۾ قيامت تائين ٿيندڙ آهن ۽ الله راضي ٿئي سمورن

صحابين رضہ کان ۽ تعريف الله لاءِ آهي جيڪو جهانن جو پالڻهار آهي."

بعض عالمن جو چوڻ آهي تہ مذڪوره قصو ان ڳالهہ تي دلالت ڪري ٿو تہ هڪ ڀيرو هي درود شريف پڙهڻ هڪ هزار ڀيرا پڙهڻ جي برابر آهي.

والله تعالیٰ اعلم

# پنجون فصل

ان بيان ۾ ته سڀ کان بهتر ۽ افضل درود شريف ڪهڙو آهي؟
هن بابت عالمن جي اختلاف جو بيان.
عالمن جا هن باري ۾ چارئي قول آهن:

(١). امام نووي رحه "روضه" ۾ چوي ٿو ته صحيح هي آهي ته سڀ کان افضل ابراهيمي درود آهي،جيڪو نماز جي تشهد (التحيات) ۾ پڙهيو ويندو آهي. انهيءَ ڪري جيڪڏهن ڪنهن قسم ڪنيو ته هو پاڻ ڪريم ﷺ جن تي سڀ کان افضل درود پڙهندو، ته ان قسم کي پوري ڪرڻ جو طريقو هي آهي ته تشهد وارو درود پڙهي.

امام نووي رح جو اهو قول سخاوي "قول بديع" ۾ ۽ قسطلاني "مواهب" ۾ ذڪر ڪيو آهي ۽ عالمن، ابراهيمي درود جي افضل هجڻ جا چار سبب بيان ڪيا آهن.

پهريون سبب - حافظ سخاوي رحه فرمائي ٿو ته ان درود شريف جي افضل هجڻ تي ان مان دليل ورتو ويو آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ انهن ماڻهن کي جن ڪائنن ﷺ سوال ڪيو هو ته اوهان تي صلاة ڪيئن موڪليون، اهوئي درود سيڪاريو. ظاهر ڳالهه آهي ته پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي ذات پاڪ لاءِ اهائي شيءِ اختيار فرمائيندا جيڪا شرف ۽ فضيلت واري هوندي.

ٻيو سبب - شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحه "جذب القلوب" ۾ فرمائي ٿو ته عالمن تشهد واري درود شريف جي افضليت تي ان مان ٻه استدلال ڪيو آهي ته ٻانهي جي حالتن مان سڀ کان بهتر ۽ افضل حالت نماز جي آهي، پوءِ جيڪو درود شريف نماز لاءِ مقرر ڪيو ويو آهي بيشڪ اهو افضل ۽ اشرف (سيني کان وڌيڪ شرف وارو) هوندو.

ٽيون سبب - هي آهي ته پاڻ سڳورا ﷺ بنفس نفيس اهوئي درود

شريف پڙهندا هئا. جيئن جو ان جي وضاحت ان حديث ۾ آئي آهي جيڪا امام شافعي رح ۽ امام بيهقي (سنن ڪبرىٰ) ۾ حضرت ڪعب بن عجره رضه ڪان روايت ڪئي آهي ته حضور صلى الله عليه وسلم نماز ۾ هي درود شريف پڙهندا رهندا هئا:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَاٰلِ اِبْرَاهِيْمَ وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَاٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ،

ترجمو نمبر ٣ تي ڏسو

هي حديث پهرين فصل جي نمبر ٣ تي گذري چڪي آهي.

"پڙهندا رهندا هئا." جا لفظ پنهنجي ظاهري اعتبار ڪان هي ٻڌائن ٿا ته هي سرڪارِدو عالم صلى الله عليه وسلم جو دائمي (هميشه وارو) يا اڪثر (گهڻو ڪري) معمول هو، ڇو ته جيستائين ڪو دليل يا نشاني ان ڪان ڦيريندڙ نه هجي (ڪان) جي لفظ مان اهوئي مفهوم نڪرندو. پوءِ جيڪو درود شريف سرورڪائنات ﷺ جي پاڪ زبان مان اڪثر وقتن تي ظاهر ٿيندو هجي اهو بنا شڪ ۽ شبهه جي افضل هوندو.

چوٿون سبب ـ هي ته علامه زاهدي "مجتبىٰ" ۽ "قنيه" ۾ ۽ علامه عيني "شره هدايه" ۾ فرمايو آهي ته تشهد واري درود ڪي حضرت جبرائيل عليه السلام الله رب العزة ڪان وٺي نازل ٿيو هو، ان ڪري اهو ٻين درودن ڪان افضل آهي.

۽ علامه تاج الدين سبڪي "طبقات شافعيه" ۾ پنهنجي والد ماجد (شيخ تقي الدين علي بن عبدالڪافي السبڪي) ڪان نقل ڪيو آهي ته اهو فرمائيندو هو ته سڀ ڪان احسن طريقو درود شريف ۾ درود ابراهيمي آهي، جيڪو تشهد ۾ پڙهيو ويندو آهي. جيڪو شخص تشهد وارو

درود پڙهي ٿو، ان پاڻ ڪريم ﷺ جن تي يقين سان اهڙو درود پڙهيو جيڪو مامور به (جنهن جي پڙهڻ جو حڪم ٿيل هجي) آهي ۽ پڪ سان ان درود شريف جي ثواب کي حاصل ڪري ورتو.

شيخ تاج الدين لکي ٿو تہ منهنجي والد بزرگوار جي زبان درود ابراهيمي پڙهڻ کان ڪڏهن سست نہ ٿي ۽ شيخ عبدالحق محدث دهلوي ۽ رحہ "جذب القلوب" ۾ فرمائي ٿو تہ تشهد واري درود جون مختلف ڪيفيتون ۽ لفظ صحيح حديثن ۾ آيل آهن ان مان هر هڪ مقصد جي حاصل ڪرڻ ۾ ڪافي آهي ۽ هي زياده ظاهر ۽ وڌيڪ مشهور لفظ آهن:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ، وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ،

(ان جو ترجمو بہ مذڪوره درود شريف وانگر آهي)

۽ علامہ شمس الدين محمد بن محمد بن محمد بن جزري "حصن حصين" ۾ درود شريف جا الفاظ بيان ڪندي تشهد جي درود شريف کي هنن لفظ ۾ نقل ڪيو آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَ عَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ، اَللّٰهُمَّ بَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ،

(ترجمو نمبر ١ تي موجود آهي )

۽ ان تي ع جي نشاني لکيل آهي، شيخ علي قاري "شرح حصن حصين" ۾ لکن ٿا تہ "ع" جي علامت جو مطلب هي آهي تہ انهيءَ درود شريف کي هڪ جماعت روايت ڪيو آهي يعني صحاح ستہ (ڇهہ صحيح ڪتاب) وارن حضرت ڪعب بن عجره رضہ کان ۽ درود شريف جا اهيئي لفظ صحيح کان صحيح تر آهن ۽ اڪمل ۽ افضل آهن پوءِ گهرجي تہ نماز ۽ غير نماز ۾ ان جي پابندي ڪئي وڃي."

١٠١ـ(٢) ٻيو قول اهو آهي جيڪو علامہ رافعي رحہ ابراهيم مروزي کان نقل ڪيو آهي تہ جنهن افضل ترين درود پڙهڻ جو قسم ڪنيو هجي هيٺيون درود شريف پڙهڻ سان ان جو قسم پورو ٿي ويندو ڇو تہ سڀ کان افضل آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كُلَّمَا ذَكَرَهُ الذَّاكِرُوْنَ وَكُلَّمَا غَفَلَ عَنْ ذِكْرِهِ الْغٰفِلُوْنَ ؕ

(ترجمو نمبر ١٧٢ تي آهي )

علامہ نووي رحمة الله عليہ فرمائي ٿو تہ سڀ کان ڀرپائين جنهن شخص درود شريف جا اهي لفظ استعمال ڪيا اهو امام شافعي رحمة الله عليہ هو.

١٠٢ ـ(٣) قاضي حسين شافعي رحمة الله عليہ پنهنجي ڪتاب "تعليق" ۾ فرمائي ٿو تہ جنهن ٻہ ماڻهو افضل ترين درود پڙهڻ جو قسم ڪنيو هجي انجي پوري ڪرڻ جي صورت هي آهي تہ هي درود شريف پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا هُوَ اَهْلُهٗ وَمُسْتَحِقُّهٗ ؕ

ترجمو نمبر ١٣٠ تي آهي

حافظ سخاوي رحہ فرمائي ٿو تہ قاضي حسين کان علاوه ڪجهہ ٻين عالمن بہ ان درود شريف کي افضل قرار ڏنو آهي.

۱۰۳ ـ (۴) علامہ مازري رح فرمائي ٿو تہ منهنجي خيال ۾ ان شخص کي پنهنجي قسم پوري ڪرڻ جي صورت ۾ آهي تہ هي درود شريف پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ اَفْضَلَ صَلَوَاتِكَ عَدَدَ مَعْلُوْمَاتِكَ ـ

"اي الله! محمد ﷺ تي ۽ آل محمد ﷺ تي پنهنجون سڀ کان بهترين رحمتون پنهنجي ڄاڻ جي تعداد مثل نازل فرماءِ."

ڇو تہ اهي لفظ درود شريف جي سمورن لفظن کان وڌيڪ بليغ آهن ان ڪري هي سڀ کان افضل ۽ بهتر هوندو.

۱۰۴ ـ (۵) علامہ مجدد الدين فيروز آبادي رحمة الله عليہ ڪجهہ عالمن کان نقل ڪيو آهي تہ جنهن شخص قسم کنيو هجي تہ هو سڀ کان افضل درود شريف پڙهندو انکي هي پڙهڻ گهرجي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰى كُلِّ نَبِيٍّ وَّ مَلَكٍ وَّ وَلِيٍّ عَدَدَ الشَّفْعِ وَالْوَتْرِ وَعَدَدَ كَلِمَاتِكَ التَّامَّاتِ الْمُبَارَكَاتِ ـ

(ترجمو نمبر ۱۳۲ تي)

۱۰۵ ـ (٦) ڪجهہ عالمن کان هي نقل ڪيو ويو آهي تہ قسم کي پوري ڪرڻ جي صورت ۾ آهي تہ هي درود شريف پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَنَبِيِّكَ وَرَسُوْلِكَ النَّبِيِّ ـ

الْاُمِّيِّ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَاَزْوَاجِهٖ وَذُرِّيَّتِهٖ، وَسَلِّمْ عَدَدَ خَلْقِكَ وَ رِضٰى نَفْسِكَ وَزِنَةَ عَرْشِكَ وَمِدَادَ كَلِمَاتِكَ،

(ترجمو نمبر ۱۳۳ تي آهي)

حافظ سخاوي رحہ فرمائي ٿو تہ اسانجي شيخ جولاڙو انهيءَ درود شريف ڏانهن هو، هو فرمائيندو هو تہ هي لفظ وڏي بلاغت وارا آهن.

۱۰۶ (۷) علامہ مجد الدين فيروز آبادي فرمائي ٿو تہ ڪجهہ عالمن درود شريف جي لفظن ۾ هيٺين لفظن کي ترجيح ڏني آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ صَلٰوةً دَائِمَةً بِدَوَامِكَ،

(ترجمو نمبر ۱۳۴ تي آهي)

۱۰۷. (۸) پڻ علامہ فيروز آبادي فرمائن ٿا تہ ڪجهہ عالمن هيٺين درود شريف کي اختيار ڪيو آهي.

اَللّٰهُمَّ يَارَبَّ مُحَمَّدٍ وَّاٰلِ مُحَمَّدٍ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِ مُحَمَّدٍ، وَّاجْزِ مُحَمَّدًا صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ مَا هُوَ اَهْلُهٗ،

(ترجمو نمبر ۱۳۵ تي آهي)

۱۰۸. (۹) شيخ الاسلام حافظ ابن حجر عسقلاني رح فرمائي ٿو تہ دليل جنهن شيءِ جي رهنمائي ڪري ٿو اهو هي آهي تہ ان کي پنهنجي قَسم پوري ڪرڻ لاءِ بهتر ڪان بهتر درود شريف گهرجي ۽ ان جي ڪيفيت اها آهي جيڪا حضرت ابوهريره رضہ جي حديث ۾ روايت ڪيل آهي تہ پاڪ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ "جيڪو شخص هي پسند ڪري ٿو تہ پنهنجو ثواب سڀ کان وڏي ماپي سان توري اهو هي درود

شريف پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ وَاَزْوَاجِهٖ اُمَّهَاتِ الْمُؤْمِنِيْنَ وَ ذُرِّيَّتِهٖ وَاَهْلِ بَيْتِهٖ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۔

(ترجمو نمبر ٢٠ تي)

هي درود شريف پهرين فصل جي ويهين نمبر تي گذري چڪو آهي.

١٠٩. (١٠) علامہ ڪمال الدين دميري رحہ "ڪتاب الديات" ۾ شرح منهاج کان هڪ قصو نقل ڪيو آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ افضل ترين درود شريف هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ نِ الَّذِىْ مَلَأْتَ قَلْبَهٗ مِنْ جَلَالِكَ وَعَيْنَهٗ مِنْ جَمَالِكَ ، فَاَصْبَحَ فَرِحًا مَّسْرُوْرًا مُّؤَيَّدًا مَّنْصُوْرًا ،

(ترجمو: نمبر ٦١ تي)

هي درود شريف ٻي فصل جي چوٽين نمبر تي گذري چڪو آهي.

١١٠. (١١) حافظ سخاوي رحہ فرمائي ٿو تہ علامہ ڪمال الدين بن الهمام رحمة الله عليہ جي چوڻ مطابق درود شريف جا افضل ترين الفاظ هي آهن ۽ باقي ڪيفيتون جيڪي ذڪر ڪيون ويون آهي ان ۾ موجود آهن.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ اَبَدًا اَفْضَلَ صَلَوَاتِكَ عَلٰى سَيِّدِنَا عَبْدِكَ وَنَبِيِّكَ وَ رَسُوْلِكَ مُحَمَّدٍ وَّ اٰلِهٖ وَسَلِّمْ عَلَيْهِ تَسْلِيْمًا كَثِيْرًا ، وَّزِدْهُ شَرَفًا وَّ تَكْرِيْمًا وَّاَنْزِلْهُ الْمَنْزِلَ الْمُقَرَّبَ عِنْدَكَ يَوْمَ الْقِيَامَةِ ۔

(ترجمو ١٣٦ نمبر تي آهي)

شيخ عبدالحق دهلوي رحہ "جذب القوب" ۾ فرمائي ٿو تہ ڪجهہ عالم سڳورا سڀ کان بهتر درود شريف جو تعين نٿا ڪن،اهي چون ٿا تہ جيڪو درود شريف ڪميت ۽ ڪيفيت جي لحاظ کان مبالغي ۽ تاڪيد تي مشتمل هجي اهو ٻين کان ابلغ ۽ اڪمل شمار ڪبو.

عمدو فائدو:

حافظ سخاوي رحہ درود شريف جي افضل ڪيفيت جي عالمن جي اختلاف نقل ڪرڻ کان پوءِ ان ڪيفيت جو ذڪر ڪيو آهي،جيڪا گهڻين ڪيفيتن جو مجموعو آهي ۽ ان چيو آهي تہ جيڪڏهن هي درود شريف پڙهيو وڃي تہ ڪو بہ ڀولو نہ آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَبَارِكْ وَتَرَحَّمْ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ النَّبِيِّ الْأُمِّيِّ سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ وَإِمَامِ الْمُتَّقِيْنَ وَخَاتَمِ النَّبِيِّيْنَ إِمَامِ الْخَيْرِ وَقَائِدِ الْخَيْرِ وَ رَسُوْلِ الرَّحْمَةِ ، وَعَلٰى اَزْوَاجِهٖ اُمَّهَاتِ الْمُؤْمِنِيْنَ وَذُرِّيَّتِهٖ وَاَهْلِ بَيْتِهٖ وَاٰلِهٖ وَاَصْهَارِهٖ وَاَتْبَاعِهٖ وَاَشْيَاعِهٖ وَمُحِبِّيْهِ ، كَمَا صَلَّيْتَ وَبَارَكْتَ وَتَرَحَّمْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ فِي الْعٰلَمِيْنَ ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ، وَصَلِّ وَبَارِكْ وَتَرَحَّمْ عَلَيْنَا مَعَهُمْ اَفْضَلَ صَلَوَاتِكَ وَ اَزْكٰى بَرَكَاتِكَ كُلَّمَا ذَكَرَكَ الذَّاكِرُوْنَ وَغَفَلَ عَنْ ذِكْرِكَ الْغٰفِلُوْنَ ، عَدَدَ الشَّفْعِ وَالْوَتْرِ ، وَعَدَدَ كَلِمَاتِكَ التَّامَّاتِ الْمُبَارَكَاتِ وَعَدَدَ خَلْقِكَ وَرِضٰى نَفْسِكَ وَزِنَةَ عَرْشِكَ وَمِدَادَ كَلِمَاتِكَ صَلَاةً دَائِمَةً بِدَوَامِكَ ، اَللّٰهُمَّ ابْعَثْهُ يَوْمَ الْقِيَامَةِ مَقَامًا مَّحْمُوْدًا

يَغْبِطُهُ بِهِ الْاَوَّلُوْنَ وَالْاٰخِرُوْنَ ، وَاَنْزِلْهُ الْمَقْعَدَ الْمُقَرَّبَ عِنْدَكَ يَوْمَ الْقِيَامَةِ ، وَتَقَبَّلْ شَفَاعَتَهُ الْكُبْرٰى ، وَارْفَعْ دَرَجَتَهُ الْعُلْيَا ، وَاٰتِهٖ سُؤْلَهٗ فِى الْاٰخِرَةِ وَالْاُوْلٰى ، كَمَا اٰتَيْتَ اِبْرَاهِيْمَ وَمُوْسٰى ، اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ فِى الْمُصْطَفَيْنَ مَحَبَّتَهٗ ، وَفِى الْمُقَرَّبِيْنَ مَوَدَّتَهٗ ، وَفِى الْاَعْلَيْنَ ذِكْرَهٗ ، وَاجْزِهٖ عَنَّا مَا هُوَ اَهْلُهٗ خَيْرَ مَا جَزَيْتَ نَبِيًّا عَنْ اُمَّتِهٖ ، وَاجْزِ الْاَنْبِيَاءَ كُلَّهُمْ خَيْرًا ، صَلَوَاتُ اللّٰهِ وَصَلَوَاتُ الْمُؤْمِنِيْنَ عَلٰى مُحَمَّدِ النَّبِىِّ الْاُمِّىِّ ، اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ اَيُّهَا النَّبِىُّ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ وَمَغْفِرَتُهٗ وَرِضْوَانُهٗ ، اَللّٰهُمَّ اَبْلِغْهُ مِنَّا السَّلَامَ وَارْدُدْ عَلَيْنَا مِنْهُ السَّلَامَ ، وَ اَتْبِعْهُ مِنْ اُمَّتِهٖ وَذُرِّيَّتِهٖ مَا تَقَرُّ بِهٖ عَيْنُهٗ يَارَبَّ الْعٰلَمِيْنَ ،

”اي الله! رحمت ۽ برڪت نازل فرماءِ ۽ شفقت ڪر محمد صلي الله عليه وسلم تي جيڪو تنهنجو ٻانهو ۽ تنهنجو رسول، نبي امي آهي، پيغمبرن جو سردار، پرهيزگارن جو امام ۽ نبين جي پڄاڻي آهي، خير جو امام، ڀلائي جو قائد ۽ رحمت جو پيغمبر آهي ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن جي گهر وارين مومنن جي مائرن تي ۽ پاڻ سڳورن جي اولاد، اهل بيت، مائٽن، پيروڪارن ۽ سندس گروه ۽ محبت ڪندڙن تي، جيئن تو رحمت ۽ برڪت نازل فرمائي ۽ ٻاجهه ڪئي ابراهيم عليہ السلام ۽ سندس آل تي جهانن ۾، بيشڪ تون ساراهيل، بزرگي وارو آهين ۽ رحمت ، برڪت ۽ ٻاجهه ڪر اسانتي بہ پنهنجون افضل رحمتون ۽ پاڪيزه برڪتون جڏهن بہ ذڪر

ڪنڌڙ تنهنجو ذڪر ڪن يا غافل تنهنجي ذڪر کان غفلت ڪن، ھڏي ۽ اکي جيتريون ۽ تنهنجي برڪت ڀرين ڪلمن جيتريون ۽ تنهنجي مخلوق جيتريون ۽ تنهنجي ذات جي رضامندي مطابق ۽ تنهنجي عرش جي وزن برابر ۽ تنهنجي ڪلمن جي مَس جيتريون، اهڙيون رحمتون جو هميشه رهن تنهنجي دوام (هميشه هميشه رهڻ) سان گڏ!

اي الله! پاڻ سڳورن ﷺ کي قيامت جي ڏينهن مقام محمود تي اُتار جنهن تي اڳيان ۽ پويان رشڪ ڪن ۽ قيامت جي ڏينهن ڪيس پنهنجي قرب واري جڳهه ۾ اتار ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي شفاعت ڪبرىٰ قبول فرماءِ ۽ سندن درجو بلند وبالا فرماءِ ۽ کين هر گهربل شيءِ عطا فرماءِ. دنيا ۽ آخرت ۾ جيئن تو حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ موسىٰ عليہ السلام کي عطا فرمائي.

اي الله! چونڊيل ماڻهن ۾ پاڻ ڪريم ﷺ جن جي محبت پيدا ڪر، مقرب ماڻهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي سڪ پيدا فرماءِ ۽ بلند مرتبي وارن ماڻهن ۾ پاڻ ڪريم ﷺ جي ياد ، ۽ اسانجي طرفان کين اهڙو بدلو عطا فرماءِ جيڪو سندن شان وٽان هجي، سڀ کان بهتر بدلو جو تو عطا ڪيو ڪنهن نبيءَ کي سندس امت طرفان ۽ تمام نبين کي ڀلو بدلو عطا فرماءِ. الله پاڪ ۽ ايمان وارن جون صلوٰتون هجن محمد ﷺ نبي امي تي، سلام هجي توتي اي نبي ۽ الله جون رحمتون ۽ برڪتون ۽ ان جي مغفرت ۽ رضامندي هجي.

اي الله! اسانجو سلام پاڻ سڳورن ﷺ کي پهچاءِ ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي طرفان اسانجي سلام جو جواب اسان تي واپس وراءِ ۽ پاڻ ڪريم صلى الله عليہ وسلم جي امت ۽ ذريت (اولاد) مان ايترن ماڻهن کي سندن تابعدار بڻاءِ جو سندن نيڻ ٺري پون.

"اي رب العالمين ائين ئي ڪرڻ فرماءِ"

سخاوي رحہ جا لفظ (ڪو بہ ٻولو نہ آهي) دلالت ڪن ٿا تہ گهڻن ڪيفيتن ڪي هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ جي بجاءِ هر ماثور ڪيفيت ڪي جدا جدا پڙهڻ بهتر آهي ۽ ان جي وڌيڪ بهتر هجڻ جي تائيد ان مان ٿئي ٿي جو علامہ مسدي رح چيو آهي تہ آءُ جواني جي ڏينهن ۾ درود جون ڪيفيتون گڏ ڪندو هوس ۽ چوندو هوس:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ وَبَارَكْتَ وَ سَلَّمْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ ۔

(ان جو ترجمو بہ ڪيترن هنڌن تي اچي چڪو آهي)

پوءِ مون کي خواب ۾ چيو ويو تہ ڇا تون پاڻ ڪريم ﷺ کان وڌيڪ وضاحت وارو آهين؟ ۽ جملن جي معنيٰ وغيره کي زياده ڄاڻڻ وارو آهين؟ پوءِ مون گذري تي استغفار ڪيو ۽ اجمال کان تفصيل ڏانهن موٽ ڪيم.

## هڪ ٻيو عمدو فائدو: ۔

حافظ سخاوي رحہ "قول بديع" ۾ فرمائي ٿو تہ اسانجي شيخ يعني حافظ ابن حجر عسقلاني رحمة الله عليہ کان پڇيو ويو تہ لفظ خبر سان گڏ درود شريف پڙهڻ بهتر آهي يعني صلي الله عليه وسلم محمد يا لفظ طلب سان افضل آهي يعني اللهم صلي عليٰ محمد؟

ان جواب ۾ فرمايائين تہ بهتر طلب جو صيغو ٿي سگهي ٿو،ڇو تہ انهن حديثن ۾ جيڪي پاڻ ڪريم ﷺجن تشهد ۽ غير تشهد ۾ اصحابن سڳورن رضہ کي تعليم ڏني اهوئي صيغو آيل آهي، جنهن ۾ فرمايل آهي تہ، هي چوندا ڪريو؛

اللهم صل عليٰ "محمد"، ۽ ظاهر ڳالهہ آهي نبي ﷺ جي سکيا ۽ تعليم افضل ۽ بهتر ئي ٿي سگهي ٿي.

وري اسانجي شيخ کان پڇيو ويو تہ ڇا جي ڪري اڳين ۾ پوين ان تي اتفاق ڪيو آهي تہ جڏهن هو سرورڪائنات ﷺ جي نالي مبارڪ تي درود شريف لکندا آهن تہ ان کي خبر جي صيغي سان لکندا آهن يعني صلي الله عليہ وسلم، يا "عليہ الصلاة والسلام" ان ڪانسواء انهن جي ڪتابن ۾ ٻيو ڪو بہ طريقو موجود نہ آهي.

پاڻ جواب ڏنائون تہ ان جو سبب هي آهي تہ اسانکي علم ڦهلائڻ جو حڪم آهي تہ ماڻهن کي اهڙي طريقي سان حديثون ٻڌايون جو اُهي انکي آسانيءَ سان سمجهي سگهن ۽ حديث جي ڪتابن پڙهڻ وقت خاص، عام سڀ گڏ هوندا آهن. بلڪ عوام جو تعداد وڌيڪ هوندو آهي، پوءِ ان ڳالہ جو انديشو هو تہ متان ماڻهو طلب جي صيغي مان هي سمجهن تہ شايد الله پاڪ طرفان اڃا تائين حضور ﷺ تي صلات موڪليل نہ آهي ان ڪري اسان ان جي موڪلڻ جي درخواست ڪريون ٿا، جيئن تہ عوام کي اهڙو وهم تي پئي سگهيو،ان ڪري خبر جي صيغي کي اختيار ڪيو ويو،جنهن مان عوام جي ذهن ۾ فوري طور اچي ٿو تہ پاڻ سڳورن ﷺ کي الله پاڪ طرفان صلاة ۽ رحمت حاصل ٿي چڪي آهي ۽ هي خبر جو صيغو جتي عوام کي ان وهم کان نجات ڏياري ٿو اتي طلب جي معنيٰ بہ منجهس سمايل آهي،جنهن جو اسانکي حديث شريف ۾ حڪم ڏنو ويو آهي.

حافظ سخاوي رحہ پنهنجي شيخ کان نقل ڪندي جيڪي ڪجهہ بيان ڪيو اهو ختم ٿيو.

والله سبحانہ وتعالیٰ اعلم، ولاحول ولاقوة الابالله العلى العظيم، وصلى الله تعالیٰ علیٰ سيدنا محمد وآلہٖ وصحبہٖ اجمعين والحمدلله رب العالمين.

تمت الرسالة

## ضميمو - ١

شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحمة الله عليه پنهنجي رسالي "جذب القلوب الیٰ ديار المحبوب" ۾ نقل ڪيو آهي ته اڳئين پوين وڏڙن (اڪابر) درود شريف جا بليغ (بلاغت وارا) لفظ ۽ جملا ٺاهيا آهن جن مان ڪجهه هتي بيان ڪجن ٿا:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِي الْاَوَّلِيْنَ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِي الْاٰخِرِيْنَ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِي النَّبِيِّيْنَ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِي الْمُرْسَلِيْنَ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِي الْمَلَاِ الْاَعْلٰى اِلٰى يَوْمِ الدِّيْنِ، اَللّٰهُمَّ اَعْطِ مُحَمَّدَنِ الْوَسِيْلَةَ وَالْفَضِيْلَةَ وَالشَّرَفَ وَالدَّرَجَةَ الرَّفِيْعَةَ، وَابْعَثْهُ مَقَامًا مَّحْمُوْدًا. اَللّٰهُمَّ اٰمَنْتُ بِمُحَمَّدٍ وَّلَمْ اَرَهُ فَلَا تَحْرِمْنِيْ فِي الْجِنَانِ رُؤْيَتَهُ، وَارْزُقْنِيْ مَحَبَّتَهُ وَتَوَفَّنِيْ عَلٰى مِلَّتِهِ، وَاسْقِنِيْ مِنْ حَوْضِهِ شَرَابًا مَّرِيْئًا سَائِغًا هَنِيْئًا لَا اَظْمَاُ بَعْدَهُ اَبَدًا، اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ، اَللّٰهُمَّ بَلِّغْ رُوْحَ مُحَمَّدٍ وَّ اٰلِهِ مِنَّا تَحِيَّةً وَّسَلَامًا. اَللّٰهُمَّ وَكَمَا اٰمَنْتُ بِهِ وَلَمْ اَرَهُ فَلَا تَحْرِمْنِيْ فِي الْجِنَانِ رُؤْيَتَهُ،

"اي الله! محمد ﷺ تي پهرين ۾ رحمت نازل فرماءِ،
اي الله محمد ﷺ تي پوين ۾ رحمت نازل فرماءِ ۽
محمد ﷺ تي نبين ۾ رحمت نازل فرماءِ ۽ محمد ﷺ

تي رسولن ۾ رحمت نازل فرماءِ محمد ﷺ تي قيامت جي ڏينهن ملا الاعلیٰ (فرشتن جي جماعت) ۾ رحمت نازل فرماءِ، اي الله، محمد ﷺ کي وسيلو، فضيلت، شرف ۽ بلند مرتبو عطا فرماءِ، ۽ کيس مقام محمود (ساراهيل جڳهه) تي فائز فرماءِ، اي الله، آءٌ محمد ﷺ تي ايمان آندو آهي ۽ مون کيس ڏٺو به نه آهي، پوءِ مون کي جنت ۾ سندس ديدار کان محروم نه ڪجانءِ ۽ مون کي سندس محبت نصيب فرماءِ ۽ مون کي سندس طريقي تي مار ۽ مون کي پاڻ ڪريم ﷺ جن جي حوض (ڪوثر) مان اهڙي شيءِ پيار جيڪا لذيذ هجي، وڻندڙ هجي، برڪت ڀري هجي، جنهن جي پيئڻ کان پوءِ آءٌ ڪڏهن به اڃو نه ٿيان، بي شڪ تون هر شيءِ تي وس وارو آهين. اي الله! محمد ﷺ جي روح کي ۽ سندس آل کي اسانجي طرفان ڪيڪار ۽ سلام پهچاءِ. اي الله! جيئن مون متس اڻ ڏٺي ايمان آندو آهي پوءِ مون کي جنت ۾ سندس زيارت کان محروم نه ڪجانءِ.“

تلمساني، نيشاپوريءَ کان نقل ڪيو آهي ته حضرت عطاءِ فرمائي ٿو ته جيڪو شخص هي درود شريف ٽي ڀيرا صبح، ۽ ٽي ڀيرا شام جو پڙهي ان جي گناهن جا ڍير ختم ٿي ويندا، ان جو خطائون ميٽجي وينديون، ان کي هميشه سرور نصيب ٿيندو ان جون دعائون قبول ٿينديون، انجون مرادون پوريون ٿينديون، دشمن جي مقابلي ۾ انجي مدد ڪئي ويندي، ڀلائيءَ جي ڪمن جي ڪين توفيق ٿيندي ۽ اهو بهشت ۾ سرورڪائنات ﷺ جو ساٿي هوندو.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا اَنْتَ اَهْلُهٗ،

”اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ سندس آل تي جيئن تون انجو لائق آهين.“

ڪجھ عالمن جو چوڻ آهي تہ هي درود شريف جو افضل صيغو آهي.

۱۱۴. (۳) امام نووي رح چيو آهي تہ نمازيءَ کي گھرجي تہ صحيح حديثن ۾ درود شريف جا جيترا بہ صيغا آيل آهن انهن کي گڏ ڪري پڙهي تہ جيئن سمورن ماثور صيغن جو ثواب حاصل ڪريءِ ان جو مجموعو هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ وَّ اَزْوَاجِهٖ اُمَّهَاتِ الْمُؤْمِنِيْنَ وَذُرِّيَّتِهٖ وَاَهْلِ بَيْتِهٖ، كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ فِي الْعٰلَمِيْنَ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ، وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ وَّ اَزْوَاجِهٖ اُمَّهَاتِ الْمُؤْمِنِيْنَ وَذُرِّيَّتِهٖ وَاَهْلِ بَيْتِهٖ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ فِي الْعٰلَمِيْنَ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ، وَكَمَا يَلِيْقُ بِعِظَمِ شَرَفِهٖ وَكَمَالِهٖ، وَرِضَاكَ عَنْهُ، وَكَمَا تُحِبُّ وَتَرْضٰى لَهٗ، عَدَدَ مَعْلُوْمَاتِكَ، وَرِضَا نَفْسِكَ، وَزِنَةَ عَرْشِكَ، اَفْضَلَ صَلَاةٍ، وَاَكْمَلَهَا، وَاَتَمَّهَا، كُلَّمَا ذَكَرَكَ الذَّاكِرُوْنَ، وَغَفَلَ عَنْ ذِكْرِكَ الْغٰفِلُوْنَ، وَسَلِّمْ تَسْلِيْمًا كَذٰلِكَ، وَعَلَيْنَا مَعَهُمْ.

”اي الله! پنهنجي ٻانهي ۽ پيغمبر محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ۽ سندس آل تي ۽ سندس گهروارين مومن جي مائرن تي ۽ سندس اولادتي ۽ سندس اهل بيت تي جيئن تو ابراهيم عليہ السلام ۽ آل ابراهيم تي جهانن ۾ رحمت نازل فرمائي. بيشڪ تون ساراهيل ۽ بزرگيءَ وارو آهين ۽ جيئن تنهنجي ذات عظيم شرف ۽ ڪمال جي لائق آهي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کان تنهنجي رضامندي جي لائق آهي ۽ جيئن تون پسند ڪرين ۽ راضي ٿئين پاڻ ڪريم ﷺ لاءِ پنهنجي علم جي خزانن جيتري ۽ پنهنجي ڪلمن جي مَس جيتري ۽ تنهنجي ذات جي رضا جيتري ۽ تنهنجي عرش جي وزن برابر سڀ کان افضل سڀ کان اڪمل ۽ پوري رحمت، جڏهن تنهنجو ذڪر ڪندڙ ذڪر ڪن ۽ غافل تنهنجي ذڪر کان غفلت ڪن ۽ متن ﷺ سلام نازل فرماءِ خوب خوب سلام اهڙيءَ ريت ۽ اسانتي بہ ان سان گڏ.“

صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَسَلَّمَ صَلَاةً وَّسَلَامًا هُوَ اَهْلُهَا.

”الله پاڪ محمد ﷺ تي ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرمائي ۽ سلام موڪلي، اهڙي صلاة ۽ سلام جنهن جا پاڻ سڳورا ﷺ لائق آهن.“ هن درود شريف کي صبح جي وقت پڙهڻ گهرجي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ صَلَاةً اَنْتَ لَهَا اَهْلٌ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ

”اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جنهن جو تون اهل آهين ۽ برڪت نازل فرماءِ ۽ سلامتي نازل فرماءِ.“

هي درود شريف حسن قبول سان مخصوص آهي، چيو وڃي ٿو ته زيارت ڪندڙن مان هڪ شخص جيڪو مقبول بارگاه هو، اقامت صلاة وقت ان درود شريف جي تحفي کي موڪلڻ جو معمول رکندو هو، خواص ان کي چوڻ لڳا ته ڪجهه ڏينهن ترس هي درود شريف ڏاڍو پسند آيو آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ مَّعْدَنِ الْجُوْدِ وَالْكَرَمِ، وَمَنْبَعِ الْعِلْمِ وَالْحِكَمِ، وَعَلٰى اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَسَلِّمْ.

”اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيڪو سخاوت ۽ مهر جو خزانو آهي، علم ۽ دانائي جو سرچشمو آهي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي آل ۽ اصحاب تي، ۽ سلام نازل فرماءِ.“

هي درود شريف، سلسله قادريه ۾ مشهور ۽ ڄاتل سڃاتل آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ الَّذِىْ اَرْسَلْتَهٗ رَحْمَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ، وَاصْطَفَيْتَهٗ عَلَى الْخَلَائِقِ اَجْمَعِيْنَ، عَدَدَ مَا فِىْ عِلْمِكَ، وَمِلْاَ فِىْ عِلْمِكَ، وَزِنَةَ مَا فِىْ عِلْمِكَ وَعَدَدَ خَلْقِكَ، وَعَدَدَ كُلِّ ذَرَّةٍ اَضْعَافًا مُّضَاعَفَةً فِىْ ذٰلِكَ، اَلْفَ مَرَّةٍ فِىْ كُلِّ نَفَسٍ وَّلَمْحَةٍ وَّلَحْظَةٍ وَّطَرْفَةٍ يَّطْرُفُ بِهَا اَهْلُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ، وَعَلٰى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلِّمْ.

”اي الله! اسانجي سائينءَ محمد صلى الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ ۽ اسانجي سائين محمد ﷺ نبي

امي جي آل تي رحمت نازل فرماءِ جنهن کي تو جهانن لاءِ رحمت ڪري موڪليو آهي ۽ جنهن کي تو سڄي مخلوقات مان منتخب ڪيو، ايتري، (رحمت نازل فرماءِ) جيترو تنهنجو علم آهي ۽ جنهن سان اهي سڀ شيون پرجي وڃن جيڪي تنهنجي علم ۾ آهي ۽ انهن سمورن شين جي وزن برابر جيڪي تنهنجي علم ۾ آهن ۽ تنهنجي مخلوق جي تعداد برابر ۽ هرذري جي برابر ٻيڻو، چوڻو، هزار ڀيرا هر ساهه ۾ هر گهڙي ۽ هر لحظي ۾ ۽ هر اک ڇنڀ ۾ جيتريون آسمانن ۾ زمين وارا اکيون ڇنڀن ٿا ۽ انجي آل تي ۽ سندس صحابين تي ۽ سلام نازل فرماءِ."

١١٩. (٨) انهن مان هڪ هي صيغو به آهي جيڪو وهب بن ورد رحمة الله عليه کان منقول آهي:

اَللّٰهُمَّ اَعْطِ مُحَمَّدًا اَفْضَلَ مَا اَنْتَ مَسْئُوْلٌ لَّهٗ اِلٰى يَوْمِ الْقِيَامَةِ.

"اي الله! محمد ﷺ کي ان کان افضل ۽ بهتر عطا فرماءِ جنهن جو توکان قيامت جي ڏينهن تائين سوال ڪيو وڃي."

١٢٠. (٩) انهن مان هڪ هي صيغو آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ مَّا اخْتَلَفَ الْمَلَوَانِ وَتَعَاقَبَ الْعَصْرَانِ، وَ تَكَرَّرَ الْجَدِيْدَانِ، وَاسْتَصْحَبَ الْفَرْقَدَانِ، وَبَلِّغْ رُوْحَهٗ وَاَرْوَاحَ اَهْلِ بَيْتِهٖ مِنَّا التَّحِيَّةَ وَالسَّلَامَ.

"اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيستائين، رات ڏينهن بدلجن ٿا. ۽ ظهر (ٻپهري) عصر (ٽپهري) بار بار اچن ٿيون ۽ رات ۽ ڏينهن باربار اچن ٿا ۽

ستارا هڪيئي جا ساڻي آهن ۽ پاڻ ڪريم ﷺجن جي روح ۽ سندس اهل بيت جي روحن کي اسان طرفان ڪيڪار ۽ سلام پهچاءِ.

١٢١. (١٠) انهن مان هڪ هي صيغو آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ اَوْرَاقِ الْاَشْجَارِ، وَبِعَدَدِ اَقْطَارِ الْاَمْطَارِ، وَبِعَدَدِ دَوَابِّ الْبَرَارِيْ وَالْبِحَارِ، وَعَلٰى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلِّمْ۔

"اي الله! محمد ﷺ تي وڻن جي پنن جيتري رحمت نازل فرماءِ ۽ مينهن جي ڦڙن جيتري ۽ ميدانن ۽ دريائن جي جانورن جيتري ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي آل ۽ اصحاب تي، ۽ سلام نازل فرماءِ."

١٢٢ . (١١) انهن مان هڪ هي صيغو آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ كُلِّ ذَرَّةٍ اَلْفَ اَلْفِ مَرَّةٍ، وَعَلٰى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلِّمْ۔

"اي الله! محمد ﷺ ۽ سندس صحابہ ڪرام تي صلاة ۽ سلام نازل فرماءِ هر ذري جي ڳڻپ جيتري هزار هزار (بي انت ۽ بيشمار) ڀيرا."

١٢٣. (١٢) انهن مان هڪ هي صيغو آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا خَلَقْتَ وَذَرَأْتَ وَبَرَأْتَ، وَعَدَدَ كُلِّ قَطْرَةٍ قَطَرَتْ مِنْ سَمَائِكَ اِلٰى اَرْضِكَ، مِنْ حِيْنِ خَلَقْتَ الدُّنْيَا اِلٰى يَوْمِ الْقِيَامَةِ اَلْفَ مَرَّةٍ، وَعَلٰى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلِّمْ۔

"اي الله! محمد ﷺ ۽ سندس آل ۽ اصحاب تي صلاة ۽ سلام نازل فرماءِ، انهن سمورين شين جيترا جن

کي تو پيدا فرمايو ڦهلايو ۽ وجود بخشيو ۽ انهن
ڦڙن جيترا جو تو آسمان مان وسايا زمين تي، جڏهن
کان تو دنيا کي خلقيو قياميت تائين، هزار ڀيرا.“

۱۲۴. (۱۳) انهن مان هڪ هي صيغو آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ اَسْمَائِكَ الْحُسْنٰى، وَبِعَدَدِ كُلِّ مَعْلُوْمَاتِكَ۔

”اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي پنهنجن سهڻن
نالن ۽ پنهنجي علم جيتري رحمت نازل فرماءِ.“
۱۲۵. (۱۴) انهن مان هڪ هي صيغو آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ صَلَاةً تَكُوْنُ لَكَ رِضًا وَّلِحَقِّهٖ اَدَاءً وَّاَعْطِهِ الْوَسِيْلَةَ وَالْفَضِيْلَةَ وَالدَّرَجَةَ الرَّفِيْعَةَ، وَابْعَثْهُ مَقَامًا مَّحْمُوْدًا، وَاجْزِهٖ عَنَّا اَفْضَلَ مَا جَزَيْتَ نَبِيًّا عَنْ اُمَّتِهٖ، وَصَلِّ عَلٰى جَمِيْعِ اِخْوَانِهٖ مِنَ النَّبِيِّيْنَ وَالصِّدِّيْقِيْنَ وَشُهَدَاءِ وَالصَّالِحِيْنَ، وَعَلٰى جَمِيْعِ الْاَنْبِيَاءِ وَالْمُتَّقِيْنَ، وَعَلٰى جَمِيْعِ مَلَائِكَتِكَ مِنْ اَهْلِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِيْنِ، وَعَلٰى جَمِيْعِ عِبَادِكَ الصّٰلِحِيْنَ، وَعَلَيْنَا مَعَهُمْ يَا اَرْحَمَ الرّٰحِمِيْنَ۔

”اي الله! اسانجي سائين محمد ﷺ تي رحمت نازل
فرماءِ ۽ اسانجي سائين محمد ﷺ جي آل تي اهڙي
رحمت نازل فرماءِ جيڪا توکي پسنديده هجي ۽ پاڻ

سڳورن ﷺ جي حق کي ادا ڪندڙ هجي ۽ کين
وسيلو، فضيلت ۽ بلند مرتبو عطا فرماءِ ۽ کين مقام
محمود تي اثار ۽ اسانجي طرفان کين بهتر بدلو عطا
فرماءِ، ان بدلي کان جيڪو تو ڪنهن نبي کي سندس
امت طرفان عطا ڪيو هجي ۽ سندس سمورن ڀائر
نبين، صديقن، شهيدن ۽ صالحن تي رحمت نازل فرماءِ
۽ سمورن پيغمبرن ۽ پرهيزگار شخصن تي ۽ پنهنجن
سمورن فرشتن تي توڙي آسمان وارا هجن يا زمين وارا
۽ پنهنجن سمورن نيڪ ٻانهن تي ۽ ان سان گڏ اسان
تي به اي ارحم الراحمين."

ان درود شريف کي صبح جو نماز کان پوءِ پڙهڻ بزرگن جي
ڪتابن ۾ آيل آهي.

١٢٦. (١٥) انهن مان هڪ صيغو هي آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ وَكَرِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا وَنَبِيِّنَا مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَ
رَسُولِكَ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ نَبِيِّ الرَّحْمَةِ وَشَفِيْعِ الْاُمَّةِ الَّذِىْ اَرْسَلْتَهٗ رَحْمَةً
لِّلْعٰلَمِيْنَ، وَعَلٰى اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَاَوْلَادِهٖ وَذُرِّيَّتِهٖ وَاَهْلِ بَيْتِهِ الطَّيِّبِيْنَ
الطَّاهِرِيْنَ، وَعَلٰى اَزْوَاجِهِ الطَّاهِرَاتِ اُمَّهَاتِ الْمُؤْمِنِيْنَ، اَفْضَلَ صَلَاةٍ
وَّاَزْكٰى سَلَامٍ وَّ اَنْمٰى بَرَكَةٍ عَدَدَ مَا فِىْ عِلْمِكَ، وَزِنَةَ مَا فِىْ عِلْمِكَ
وَمِلْءَ مَا فِىْ عِلْمِكَ، وَمِدَادَ كَلِمَاتِكَ وَمَبْلَغَ رِضَاكَ، وَصَلِّ وَسَلِّمْ
وَبَارِكْ وَكَرِّمْ كَذٰلِكَ كُلِّهٖ اَفْضَلَ صَلَاةٍ وَّاَزْكٰى سَلَامٍ وَّاَنْمٰى بَرَكَاتٍ
عَلٰى جَمِيْعِ الْاَنْبِيَاءِ وَالْمُرْسَلِيْنَ، وَعَلٰى اٰلِهٖ وَاَزْوَاجِهٖ وَاَصْحٰبِ كُلٍّ
مِّنْهُمْ وَالتَّابِعِيْنَ، وَعَلٰى كُلِّ وَلِيِّ اللّٰهِ فِى الْعٰلَمِيْنَ، وَسَائِرِ الْمُؤْمِنِيْنَ
مِنَ الْاَوَّلِيْنَ وَالْاٰخِرِيْنَ، عَدَدَ مَا عَلِمَ اللّٰهُ، وَزِنَةَ مَا عَلِمَ اللّٰهُ، وَ

ارۡحَمۡنَا اِلٰهَنَا بِحُرۡمَتِهِمۡ اَجۡمَعِيۡنَ ، وَاشۡفِنَا وَعَافِنَا مِنۡ كُلِّ اٰفَةٍ وَّعَاهَةٍ ، وَاعۡفُ عَنَّا ، وَعَامِلۡنَا بِلُطۡفِكَ الۡجَمِيۡلِ ، وَلَا تُسَلِّطۡ عَلَيۡنَا بِذُنُوۡبِنَا مَنۡ لَّا يَرۡحَمُنَا ، بِرَحۡمَتِكَ يَا اَرۡحَمَ الرّٰحِمِيۡنَ .

”اي الله! صلاة، سلام، برڪت ۽ عزت عطا فرماءِ، اسانجي سائين ۽ اسانجي نبي محمد ﷺ تي جيڪو تنهنجو ٻانهو ۽ تنهنجو رسول آهي، نبي امي، رحمت جو پيغمبر، امت جو شفادار جنهن کي تو جهانن لاءِ رحمت ڪري موڪليو ۽ سندس آل، اصحاب، اولاد، ۽ سندس پاڪ ۽ مقدس اهل بيت تي ۽ سندس پاڪ زالن تي جيڪي مومن جون مائرون آهن، سڀ کان بهتر صلاة سڀ کان پاڪيزه سلام ۽ سڀ کان وڌي برڪت، ان تعداد ۾ جيڪي تنهنجي ڄاڻ ۾ آهي ان جي وزن برابر جيڪي تنهنجي علم ۾ آهي. ان جي ڀرت مثل جيڪو تنهنجي علم ۾ آهي، تنهنجن ڪلمن جي مَسُ ۽ تنهنجي رضا جي انتها مطابق، اهڙي طرح صلاة، پاڪيزه سلام ۽ سڀ کان وڌي برڪت، سمورن نبين ۽ رسولن تي ۽ هر هڪ جي آل، زالن، صحابين ۽ پيروڪارن تي ۽ سمورن اولياءُ الله تي جهانن ۾ ۽ سمورن ايمان وارن تي، ڀهرين مان هجن يا ڀوين منجهان. انهن سيني شين جي تعداد جيتري، جيڪي الله جي علم ۾ آهن، انهن سيني شين جي وزن برابر جيڪي الله جي علم ۾ آهن ۽ انهن سمورن جي برڪت سان اسان تي ٻه ٻاجهه ڪر ۽ اسانکي هر

آفت ۽ مصيبت کان شفا ۽ عافيت عطا فرماءِ، اسانکي معاف ڪري ۽ اسان سان پنهنجو سهڻو لطف ڀريو سلوڪ ڪري ۽ اسانجي گناهن جي نحوست جي ڪري اسان تي اهڙا ماڻهو مسلط نہ ڪر جيڪي اسان تي رحم نہ ڪن، اي ارحم الراحمين پنهنجي رحمت سان دعائن کي قبول فرماءِ."

ڪجهہ صالح ماڻهن کان روايت ڪيل آهي تہ جيڪو شخص هن درود شريف کي پابنديءَ سان پڙهندو الله تعاليٰ ان کي هر مصيبت کان نجات ڏياريندو ۽ هر حادثي کان ان جي حفاظت فرمائيندو ۽ مون کي بعض مشائخ محدثين ان جي پڙهڻ جي اجازت ڏني آهي.

١٢٧. (١٦) انهن مان هڪ هي صيغو آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى مُحَمَّدٍ سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا وَشَفِيْعِنَا وَمَلَاذِنَا وَ مَلْجَئِنَا، وَعَلٰى اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَاَوْلَادِهٖ وَذُرِّيَّتِهٖ وَاَزْوَاجِهٖ وَ اَهْلِ بَيْتِهٖ وَاَتْبَاعِهٖ وَاَشْيَاعِهٖ، صَلَاةً نَاشِيَةً مِّنْ مَّعْدِنِ السِّرِّ الَّذِىْ بَيْنَكَ وَبَيْنَهٗ لَا يَعْلَمُهٗ اَحَدٌ اِلَّا اَنْتَ اَوْهُوَ، وَبَارِكْ وَكَرِّمْ وَشَرِّفْ وَعَظِّمْ وَمَجِّدْ حَسَبَ قُرْبِهٖ وَدَرَجَتِهٖ عِنْدَكَ، وَمِقْدَارَ اِكْرَامِكَ وَمَحَبَّتِكَ لَهٗ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلَيْهِ وَعَلٰى اٰلِهٖ عَدَدَ كُلِّ عِلْمٍ عَلَّمْتَهٗ اِيَّاهُ، وَكُلِّ فَضْلٍ خَصَّصْتَهٗ بِهٖ، وَكُلِّ نِعْمَةٍ اَنْعَمْتَهَا عَلَيْهِ، صَلَاةً جَامِعَةً لِّجَمِيْعِ الْمَرَاتِبِ، وَشَامِلَةً لِّكُلِّ الدَّرَجَاتِ، وَ عَامَّةً لِّكُلِّ الْخَيْرَاتِ، مَايُمْكِنُ اَنْ يَّتَصَوَّرَ وَمَالَا يَتَصَوَّرُ، وَمَا يَظْهَرُ عَلٰى اَحَدٍ وَّمَالَا يَظْهَرُ. اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ وَنَبِيِّكَ وَحَبِيْبِكَ وَخَلِيْلِكَ وَصَفِيِّكَ وَنَجِيِّكَ وَذَخِيْرَتِكَ وَخَيْرِ خَلْقِكَ الَّذِىْ اَرْسَلْتَهٗ رَحْمَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ، وَهَادِيًا لِّلضَّالِّيْنَ، وَشَفِيْعًا لِّلْمُذْنِبِيْنَ وَدَلِيْلًا لِّلْمُتَحَيِّرِيْنَ، وَطَرِيْقًا لِّلْعَارِفِيْنَ،

وَ اِمَامًا لِّلْمُتَّقِيْنَ ، وَنُوْرًا لِّلْمُسْتَبْصِرِيْنَ ، وَرَاحِمًا عَلَى الْمَسَاكِيْنِ ، وَبَشِيْرًا لِّلْمُطِيْعِيْنَ ، وَنَذِيْرًا لِّلْعَاصِيْنَ ، وَرَءُوْفًا وَّرَحِيْمًا بِالْمُؤْمِنِيْنَ ، الَّذِىْ نَوَّرْتَ قَلْبَهٗ ، وَشَرَحْتَ صَدْرَهٗ ، وَرَفَعْتَ ذِكْرَهٗ ، وَعَظَّمْتَ قَدْرَهٗ ، وَاَعْلَيْتَ كَلِمَتَهٗ ، وَاَيَّدْتَّ دِيْنَهٗ ، وَاٰتَيْتَ يَقِيْنَهٗ وَرَحِمْتَ اُمَّتَهٗ ، وَعَمَّمْتَ بَرَكَتَهٗ. اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلَيْهِ صَلَاةً بِهَا تَنَوَّرُ الْقُلُوْبُ ، وَتَغْفِرُ الذُّنُوْبَ ، وَتَسْتُرُ الْعُيُوْبَ ، وَتَكْشِفُ الْكُرُوْبَ ، وَتُفَرِّجُ الْهُمُوْمَ ، وَتُزِيْلُ الْغُمُوْمَ ، وَتَدْفَعُ الْبَلَاءَ ، وَتُنْزِلُ الشِّفَاءَ ، وَتُسَهِّلُ الْاُمُوْرَ ، وَتَشْرَحُ الصُّدُوْرَ ، وَتُوَسِّعُ الْقُبُوْرَ ، وَتُيَسِّرُ الْحِسَابَ ، وَتُعَلِّمُ الْكِتَابَ ، وَتُثَقِّلُ الْمِيْزَانَ ، وَتُهَيِّئُ الْجِنَانَ ، وَتُعِدُّ اللِّقَاءَ ، وَتُتِمُّ النَّعْمَاءَ ، صَلَاةً تُصْلِحُ الْاَحْوَالَ ، وَتُفَرِّغُ الْبَالَ ، وَتُصَفِّى الْوَقْتَ ، وَتُجَنِّبُ الْمَقْتَ ، صَلَاةً تَعُمُّ بَرَكَاتُهَا ، وَتُحِيْطُ كَرَامَاتُهَا ، وَتَشِيْعُ اَنْوَارُهَا ، وَتَظْهَرُ اَسْرَارُهَا ، مُوْجِبَةً لِّلسَّدَادِ ، وَبَاعِثَةً عَلَى الرَّشَادِ ، وَمَانِعَةً عَنِ الضَّلَالِ ، رَافِعَةً لِّلْاِخْتِلَالِ ، مُحَصِّلَةً لِّلْكَمَالِ ، صَلَاةً لَّا تَدَعُ خَيْرًا مِّنْ خَيْرَاتِ الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ اِلَّا حَصَّلَتْهَا ، وَلَا تَنْزِلُ كَمَا لَا مِنْ كَمَالَاتِ الظَّاهِرِ وَالْبَاطِنِ اِلَّا اَتَمَّتْهَا وَاَكْمَلَتْهَا ، صَلَاةً دَائِمَةً مُّتَّصِلَةً بَاقِيَةً غَيْرَ مُنْقَطِعَةٍ وَّاقِعَةً بِلِسَانِ الْحَالِ وَالْقَالِ ، مُؤَدِّيَةً جَمِيْعَ الْحُقُوْقِ فِىْ جَمِيْعِ الْاَحْوَالِ صَلَاةً رَّاضِيَةً مَّرْضِيَّةً كَامِلَةً مُّكَمِّلَةً تَامَّةً مُّتِمَّةً مُّنْمِيَةً مَّقْبُوْلَةً مَّشْمُوْلَةً جَلِيْلَةً جَزِيْلَةً نُوْرًا سُرُوْرًا بَهَاءً ضِيَاءً سَنَاءً شِفَاءً غِنَاءً عِلْمًا عَمَلًا حَالًا ذَوْقًا اَوَّلًا اٰخِرًا ظَاهِرًا بَاطِنًا بِرَحْمَتِكَ وَفَضْلِكَ وَجُوْدِكَ وَعِنَايَتِكَ

وَوَلَايَتِكَ وَحِمَايَتِكَ يَا اِلٰهَ الْعٰلَمِيْنَ ، وَيَا خَيْرَ النَّاصِرِيْنَ ، وَيَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ ، يَا اَكْرَمَ الْاَكْرَمِيْنَ وَيَا غِيَاثَ الْمُسْتَغِيْثِيْنَ ، اِلٰى يَوْمِ الدِّيْنِ ، مِنْ اَزَلِ الْاٰزَالِ اِلٰى اَبَدِ الْاٰبِدِيْنَ ، وَاٰخِرُ دَعْوَاهُمْ اَنِ الْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ.

"اي الله! صلاة ۽ سلام نازل فرماءِ، اسانجي سائين ﷺ، اسانجي آقا ﷺ، اسانجي شفاعت ڪندڙ ﷺ، اسانجي جاءِ پناهہ ﷺ، اسانجي موٽڻ ۽ ڦرڻ جي جاءِ ﷺ، محمد صلي الله عليه وسلم تي ۽ سندس آل ۽ اصحاب تي، سندس اولاد ۽ ذريت تي سندس گهروارين ۽ اهل بيت تي، سندس پيروڪارن ۽ جماعتين تي اهڙي صلاة جيڪا ان رازن جي کاڻ کان پيدا ٿيندڙ هجي، جيڪا تنهنجي ۽ انجي درميان آهي جنهن کي توکان ۽ ان کانسواءِ کو بہ نٿو ڄاڻي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي برڪتون، عزت، عظمت ۽ بزرگي عطا فرماءِ انجي قرب ۽ مقام مطابق تو وٽ ۽ تنهنجي اڪرام ۽ ان لاءِ محبت جي مقدار مطابق. اي الله! صلاة ۽ سلام نازل فرماءِ پاڻ سڳورن ﷺ تي ۽ سندن ﷺ آل تي ان علم جيترا جيڪو تو ان کي سيکاريو ۽ ان فضل جيترا جنهن سان تون ان کي مخصوص ڪيو آهي ۽ هر ان نعمت جيترا جيڪا تو مٿس انعام فرمائي، اهڙي صلاة جيڪا سمورن مرتبن کي گڏائيندڙ هجي، سمورن درجن تي مشتمل هجي ۽ سيني ڀلائين تي ڇانيل هجي، جنهن جو تصور ڪيو وڃي يا جنهن جو تصور نہ ڪيو وڃي. جيڪي ڪنهن تي ظاهر ٿين يا جيڪي ڪنهن تي ظاهر نہ ٿين. اي الله! صلاة ۽ سلام نازل فرماءِ اسانجي آقا محمد ﷺ تي جيڪو

تنهنجو ٻانهو، تنهجو رسول، تنهنجو نبي، تنهنجو محبوب، تنهنجو دوست، تنهنجو چونڊيل، تنهنجو رازدان، تنهنجو ذخيرو ۽ تنهنجي مخلوق مان بهتر آهي جنهن کي تون جهانن لاءِ رحمت بڻائي موڪليو آهي، گمراهن جو هادي، گنهگارن جو شافع، حيران انسانن لاءِ دليل، عارفن لاءِ معرفت، پرهيزگارن جو امام، بصيرت حاصل ڪندڙن لاءِ نور، مسڪينن تي رحم ڪندڙ، فرمانبردارن کي خوشخبري ڏيندڙ،جهان وارن کي ڊيڄارڻ وارو ۽ ايمان وارن تي نهايت شفيق ۽ مهربان،جنهن جي دل کي تون روشن ڪيو،جنهن جي سيني کي تون کولي ڇڏيو.

جنهن جي ذڪر کي تون بلند فرمايو، جنهن جي ورد ۽ منزلت کي تون عظمت بخشي، جنهن جي ڳالهه کي تو مٿانهون ڪيو، جنهن جي دين جي تو تائيد ڪئي، جنهن کي تو يقين عطا فرمايو، جنهن جي امت تي تو ٻاجهه ڪئي،جنهن جي برڪت کي تو عام ڪيو.

اي الله! پاڻ سڳورن ﷺ تي اهڙي صلاة ۽ سلام نازل فرماءِ جنهن جي ذريعي تون دلين کي روشن ڪرين، گناهن کي بخشين، عيبن کي ڍڪين، پريشانين کي ٻاسي ڪرين، فڪر کي ختم ڪرين، غمن کي دور ڪرين، مصيبتن کي ٽارين، شفاء نازل فرمائين، سيني معاملن کي آسان فرمائين، سينن کي کولين، قبرن کي ڪشادو ڪرين، حساب کي آسان ڪرين، ڪتاب جو علم عطا ڪرين، نيڪين جي تارازي کي ڳرو ڪرين، جنت نصيب ڪرين، پنهنجي ديدار جي توفيق عطا فرمائين ۽ پنهنجون نعمتون پوريون ڪرين.

اهڙي صلاة ۽ رحمت (پاڻ ڪريم ﷺ جن تي نازل فرماءِ) جيڪا حالات کي ٺيڪ ڪري دل کي اطمينان عطا ڪري، وقت کي صاف ڪري ۽ تنهنجي ناراضپي کان بچائي.اهڙي صلاة جنهن جون برڪتون عام هجن، جنهن جون عزتون محيط (گهيرو ڪندڙ) هجن، جنهن جا انوار چمڪن،جنهن جا اسرار وراز) ظاهر ٿين، جيڪا سڏائي ۽ سَنوَت جو ڪارڻ هجي. هدايت جو سبب هجي، گمراهي کان روڪيندڙ هجي، شڪ کي ختم ڪندڙ هجي، ڪمال پيدا ڪندڙ هجي، اهڙي صلاة جيڪا دنيا ۽ آخرت جي ڀلائين مان ڪنهن به ڀلائي کي حاصل ڪرڻ ڪانسواءِ نہ ڇڏي ۽ پڌرن توڙي ڳجهن ڪمالن مان ڪنهن به ڪمال کي پوري ڪرڻ ڪانسواءِ نہ ڇڏي.اهڙي صلاة جيڪا هميشہ هجي، لڳاتار هجي، باقي رهڻ واري هجي، ڪڏهن ختم نہ ٿيڻ واري، حال ۽ قال جي زبان سان واقع هجي، تمام حالتن ۾ سڀ حق ادا ڪرڻ واري هجي. اهڙي صلاة جيڪا راضي هجي، پسنديده هجي، ڪامل هجي، ڪامل ڪرڻ واري هجي،پوري هجي، پوري ڪرڻ واري هجي، وڌندڙ هجي، مقبول هجي، مشمول (سڀ تي شامل ) هجي، وڏي قدر ۽ منزلت واري هجي، نور هجي، سرور هجي، رونق هجي، روشني هجي، چمڪ هجي، شفاء هجي، بي پرواه (دنيا کان) ڪندڙ هجي، علم هجي، عمل هجي، حال هجي، ذوق هجي، اول هجي، آخر هجي، ظاهر هجي، لڪل هجي پنهنجي رحمت سان، پنهنجي ولايت سان، پنهنجي حمايت سان، اي سيني جهانن جا معبود، اي سڀ کان

بهتر مدد ڪرڻ وارا، اي سڀ ڪان وڏيڪ ٻاجهہ ڪرڻ وارا، اي سڀ ڪان وڏيڪ عزت وارا، اي فرياد ڪندڙن جي فرياد رسي ڪرڻ وارا. قيامت تائين پاڻ سڳورن ﷺ تي صلاة ۽ سلام نازل فرماءِ ازل ڪان ابد تائين ۽ انهن جي آخري پڪار هيءَ آهي تہ سڀ تعريفون الله لاءِ آهن، جيڪو جهانن جو پالڻهار آهي."

هن درود شريف جا گهڻا جملا بلڪ سڀ جا سڀ سيدالڪائنات عليہ افضل الصلوٰة والتسليمات جي ديدار جي موقع تي ڪجهہ عاجزن عاجزي ۽ انڪساري جي عنوان سان آنحضور ﷺ جي بارگاهہ فائض النوار ۾ زوق ۽ وجد سان تاهي پيش ڪيا. اميد تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن رضامندي سان ٻڌا هوندا. هي سڄو درود شريف شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحہ جي ڪتاب (جذب القلوب الیٰ ديار المحبوب) ڪان ورتل آهي.



# ضميمو (٢)

## علامہ مخدوم عمر مؤيره رحہ جو رسالو

۽ علامہ مخدوم عمر مويره رحہ پنهنجو رسالو، جيڪو صلوٰة ماثوره جون ڪيفيتون گڏ ڪرڻ لاءِ تاليف فرمايو؛ فرمائي ٿو -

**بسم الله الرحمٰن الرحيم**

ڄاڻڻ کپي تہ درود شريف ٻہ قسم آهي، هڪ اهو جنهن جا لفظ سرور ڪائنات ﷺ کان منقول آهن يعني ان جا لفظ خود حضور ﷺ پڙهيا آهن. ۽ ٻيو قسم جنهن جي لفظن ۽ صيغن جي جوڙ جڪ ڪشف ۽ ولايت وارن ڪان ٿي آهي ۽ ان جا بہ ٻہ قسم آهن، هڪ اهو جنهن جا لفظ پاڻ سڳورن ﷺ جي روحاني صحبت ۽ سندن ڪنن مبارڪ تائين پهچن ۽ پاڻ سڳورا ﷺ خوش ٿي قبول فرمائن ۽ ان درود شريف جي خاصيت ارشاد فرمائن، تنهنڪري علم وارن تي روشن آهي تہ انهن لفظن وارو درود شريف: محمدن السابق للخلق نوره -انجي باري ۾ فرمايل آهي تہ هي ڏهہ هزار ڀيرا درود پڙهڻ جي برابر آهي.

۽ ٽيون قسم، درود شريف جا اهي لفظ آهن، جيڪي عالمن ٺاهيا آهن پر حضور ﷺ جي ڪنن مبارڪ تائين نہ پهتا آهن ۽ هي ٻويون درجو آهي تہ حضور ﷺ جي صحبت ان کي ميسر نہ ٿي، پر اهو بہ اجر ۽ ثواب کان خالي نہ آهي.

## باب پهريون

انهن صيغن جي باري ۾ جيڪي پاڻ ڪريم ﷺ جن کان منقول آهن. مومن ڪي منقول صيغن ڪانسواءِ ٻيو درود شريف نہ پڙهڻ گهرجي، ڇو تہ منقول صيغن جا ڪجهہ فائدا آهن.

پهريون هي تہ انهن جي پڙهڻ سان قولي سنت مٿان عمل ٿئي ٿو، ٻيو هي تہ ان شخص پنهنجي لاءِ جيڪو افضل نفعو ٿي گهريو ان درود شريف جي واسطي سان اهو نفعو حضور ﷺ لاءِ بہ ٿيندو ۽ اها فضيلت ان شخص تي ڏهوڻ تي نازل ٿيندي.

ٽيون هي تہ منقول صيغن جي قبوليت جو وعدو ٿيل آهي.

١٢٨. (١) معلوم هئڻ گهرجي تہ التحيات وارو درود شريف سمورن ماثور صيغن کان افضل آهي، پر درود شريف جو اهو صيغو جيڪو امام اعظم ابو حنيفہ رحہ وٽ مختار (اختيار ڪيل ) آهي. جيڪڏهن ڪو شخص قسم کڻي تہ اهو حضور ﷺ تي افضل ترين درود شريف پڙهندو، پوءِ ان کي گهرجي تہ التحيات وارو درود شريف پڙهي، ان جو قسم پورو ٿي ويندو.

اهو درود شريف هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ. اَللّٰهُمَّ بَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ.

(ترجمو نمبر ١ تي ڏسو)

١٢٩. (٢) جيڪو شخص هر صبح جو فجر جي نماز کان پوءِ وظيفي طور هڪ سؤ ڀيرا هي درود شريف پڙهي پنهنجن ڪمن ۾ مشغول ٿئي ته ان کي سهو ڏينهن خير ۽ برڪت ۽ ديني، دنيوي دل جَمعي نصيب ٿيندي ۽ ان جو ڪو به ڪم ضايع نه ٿيندو.

درود شريف هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كُلَّمَا ذَكَرَهُ الذَّاكِرُوْنَ، وَكُلَّمَا سَهٰى عَنْهُ الْغٰفِلُوْنَ، وَعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ.

"اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جڏهن ڪيس ياد ڪرڻ وارا ياد ڪن ۽ جڏهن غفلت وارا ڪانئس غافل ٿين، ۽ مٿس برڪت ۽ سلام نازل فرماءِ."

١٣٠. (٣) ۽ هڪ درود شريف هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا هُوَ اَهْلُهٗ وَمُسْتَحِقُّهٗ.

"اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن پاڻ ڪريم ﷺ جن ان جا اهل ۽ حقدار آهن."

جيڪڏهن ڪنهن کي ڪو ڏکيو ڪم ڪرڻو پوي ته ماڻهن جي سمهڻ کان پوءِ تازو وضو ڪري پاڪ جاءِ تي ويهي مٿيون درود شريف هزار ڀيرا بسم الله سان گڏ پڙهي، ان کان بعد هزار ڀيرا ڪلمو پاڪ بسم الله سان گڏ پڙهي، پوءِ دل سان ارحم الراحمين جي بارگاهه ۾ التجاءِ ۽ دعا گهري انشاءالله تعالىٰ محروم نه ٿيندو. (مجرب آهي)

١٣١. (٤)

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ مَعْلُوْمَاتِكَ، وَسَلِّمْ

تَسْلِيْمًا كَذٰلِكَ.

"اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي پنهنجي علم جي تعداد مطابق رحمت نازل فرماءِ ۽ ان جيترا سلام نازل فرماءِ."

ان درود شريف جي لفظن ۾ "بعدد" جي بجاءِ "عدد" بہ آيو آهي، جنهن عمل جي اول ۽ آخر ۾ ڏهہ ڀيرا هي درود شريف پڙهيو وڃي اهو عمل بارگاهہ الهي ۾ قبول ٿيندو. (انشاء الله) ۽ درود شريف جا هي لفظ اللهم صل علىٰ محمد افضل صلواتک، ان جي باري ۾ منقول آهي تہ ڏهہ هزار ڀيرا درود شريف پڙهڻ جي برابر آهي ۽ جڏهن عدد معلوماتک چوي تہ شمار ۽ ڳڻڻ جي حد کان نڪري ويندو چو تہ هزار، ڏهہ هزار بہ عدد ۽ شمار ۾ داخل آهن.

١٣٢. (٥)

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِ ِالنَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰى كُلِّ نَبِيٍّ وَّمَلَكٍ وَّ وَلِيٍّ، عَدَدَ الشَّفْعِ وَالْوَتْرِ، وَعَدَدَ كَلِمَاتِ رَبِّنَا التَّامَاتِ الْمُبَارَكَاتِ.

"اي الله! محمد ﷺ نبي امي تي رحمت نازل فرماءِ ۽ هر نبي تي، ۽ هر ملائڪ تي ۽ هر ولي تي، ٻڌي ۽ اڪي جي تعداد مطابق ۽ اسانجي رب جي ڪامل ۽ برڪتن وارن ڪلمن جي تعداد مطابق.

جيڪو شخص هر نماز کان پوءِ هن درود شريف کي ٽي ڀيرا پڙهي، هر معاملو جيڪو ٻانهي جو فرشتي سان هوندو آهي، ان لاءِ آسان ٿي ويندو جيئن اعمال نامي جو لکڻ، روح قبض ٿيڻ، قبر جو سوال جواب وغيره ۽ قيامت جي ڏينهن جيڪڏهن ان شخص کي پنهنجي عمل جي ڪري چوٽڪارو ٿيو تہ سبحان الله، ورنہ سمورا نبي، ولي، ۽ فرشتا

ان جي حق ۾ شفاعت ڪري چوڻڪارو ڏياريندا.
١٣٣. (٦٠)

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَنَبِيِّكَ وَرَسُوْلِكَ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ، وَعَلٰى اٰلِهٖ وَاَزْوَاجِهٖ وَذُرِّيَّاتِهٖ، عَدَدَ خَلْقِكَ، وَرِضَا نَفْسِكَ، وَزِنَةَ عَرْشِكَ، وَمِدَادَ كَلِمَاتِكَ.

”اي الله! پنهنجي ٻانهي پنهنجي پيغمبر ﷺ پنهنجي رسول محمد نبي ﷺ امي تي رحمت نازل فرماءِ ۽ سندس آل تي، گهروارين تي، اولاد تي، پنهنجي مخلوق جي تعداد مطابق، پنهنجي ذات جي رضامندي مطابق ۽ پنهنجي عرش جي وزن برابر ۽ پنهنجن ڪلمن جي مَسُ جي مقدار مطابق.“

جيڪڏهن ڪو شخص ان کي روزانو ظهر ۽ عصر جي نماز کان پوءِ ٣ - ٣ ڀيرا پڙهڻ جي پابندي ڪري ۽ جمع جي ڏينهن هر نماز ڪانپوءِ ٧ - ٧ ڀيرا پڙهي ته ان درود شريف جي هر صيغي تي ان کي ايترو ته ثواب ٿيندو جو فرشتا ان جو ثواب اعمال نامي ۾ لکي نه سگهندا.
١٣٤. (٧) ۽ هڪ درود شريف هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ صَلَاةً دَائِمَةً بِدَوَامِكَ.

”اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جيڪا هميشه رهي تنهنجي هميشه رهڻ سان گڏ.“

جيڪو شخص پنجاهه ڀيرا رات جو ۽ پنجاه ڀيرا ڏينهن جو انجو

ورد ڪري، ان جو نفس الله جي اطاعت ۽ توفيق ۾ سست نہ ٿيندو ۽ ايمان جي زائل ٿيڻ جي خطري کان محفوظ ٿي ويندو ۽ جيڪڏهن ڪثرت سان ان درود شريف جو ورد ڪري تہ انشاء الله ڪنهن ڏينهن ڪيس پاڻ سڳورن ﷺ جو ديدار نصيب ٿيندو. گهرجي تہ پنج سو ڀيرا هر رات جو ۽ هزار ڀيرا جمع جي رات ان جو ورد ڪيو وڃي.

١٣٥. (٨) ۽ هڪ درود شريف هي آهي:

اَللّٰهُمَّ يَارَبَّ مُحَمَّدٍ وَّاٰلِ مُحَمَّدٍ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ، وَّاجْزِ مُحَمَّدًا صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ مَا هُوَ اَهْلُهٗ.

”اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ جا رب، محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ۽ محمد ﷺ کي بدلو عطا فرماءِ جنهن جا پاڻ ﷺ لائق آهن.“

١٣٦. (٩) شيخ محقق ابن همام رحہ، ”فتح القدير شرح هدايہ“ وارو جيڪو امام ابو حنيفہ رح جي مذهب ۾ نائين صدي جو مجتهد هو، فرمائي ٿو تہ درود شريف جون جيتريون ڪيفيتون ۽ لفظ وارد آهن اهي سڀ هيٺين صيغي ۾ موجود آهن، جيڪو سڀني مضمونن جو جامع (گڏائيندڙ) آهي.

اهو درود شريف هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ اَبَدًا اَفْضَلَ صَلَوَاتِكَ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَ نَبِيِّكَ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَاٰلِهٖ وَسَلِّمْ تَسْلِيْمًا، وَزِدْهُ تَشْرِيْفًا، وَاَنْزِلْهُ الْمُنْزَلَ الْمُقَرَّبَ عِنْدَكَ يَوْمَ الْقِيَامَةِ.

"اي الله! هميشہ افضل کان افضل رحمتون نازل فرماءِ، پنهنجي خاص ٻانهي ۽ پنهنجي پيغمبر نبي امي محمد ﷺ تي ۽ خوب سلام نازل فرماءِ ۽ سندس شرف ۽ منزلت ۾ اضافو فرماءِ ۽ کيس قيامت جي ڏينهن پاڻ وٽ ويجهي جڳهہ نصيب فرماءِ.

فائدو: - جيڪڏهن ڪو بہ شخص روزانو سو ڀيرا اهو درود شريف پڙهي تہ الله پاڪ ان جو قرض ادا فرمائيندو جيئن جو جناب عيسيٰ وزير جو ڏکهو قصو بيان ٿيل آهي تہ ان جي برڪت سان قرضدار جو قرض ادا ٿي ويو.

١٣٧- (١٠) ۽ هڪ درود شريف هيءُ آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ صَلَاةً تَكُوْنُ لَكَ رِضًا وَّلِحَقِّهٖ اَدَاءً -

اي الله! محمد صلي الله عليه وسلم تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جيڪا تنهنجي رضا ۽ ان جي حق ادا ڪرڻ واري هجي."

فائدو: - جيڪو شخص ان درود شريف کي فجر ۽ مغرب جي نماز کان پوءِ -٣٣ ڀيرا لازمي پڙهي تہ ان جي قبر ۽ روضہ اطهر جي وچ ۾ هڪ دري کولي ويندي جنهن مان کيس روضي جي راحت نصيب ٿيندي.

١٣٨. (١١) ۽ هڪ درود شريف هيءُ آهي:

صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَسَلَّمَ -

۽ صلي الله عليٰ محمد وعليٰ آله وسلم کي جيڪڏهن سيدنا جي لفظ سان چوي تہ بهتر آهي ۽ سلم جي لام تي زبر ۽ مير تي بہ زبر پڙهي جزم نہ پڙهي.

فائدو: هي درود شريف پڙهڻ ۾ ننڍڙو ۽ ثواب ۾ سڀ کان وڏيڪ آهي، جيڪڏهن روزانو ان جو پنج سو ڀيرا ورد ڪري، هر نماز

ڪان پوءِ هڪ سو ڀيرا، يا هڪ ئي دفعي ۾ پنج سو ڀيرا پڙهي ته ٻنهي جهانن ۾ محتاج نه ٿيندو ۽ جيڪڏهن جمعي جي رات هزار ڀيرا ان جو ورد ڪري ته اميد آهي ته سرور عالم صلى الله عليه وسلم جي زيارت شريف سان مشرف ٿيندو.

## باب ٻيو

انهن صيغن جي بيان ۾، جن کي اڪابر صحبت سرور ڪائنات عليہ افضل الصلوات واڪمل التحيات جي بارگاھ عاليہ ۾ پيش ڪيو ۽ اهي قبول پيا.

١٣٩۔(١) انهن مان هڪ صيغو هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِى الْاَوَّلِيْنَ ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِى الْاٰخِرِيْنَ ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِى النَّبِيِّيْنَ ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِى الْمُرْسَلِيْنَ ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِى الْمَلَاءِ الْاَعْلٰى اِلٰى يَوْمِ الدِّيْنِ ، وَعَلٰى اٰلِهٖ وَ اَصْحٰبِهٖ اَجْمَعِيْنَ . اَللّٰهُمَّ اَعْطِ مُحَمَّدَنِ الْوَسِيْلَةَ وَ الْفَضِيْلَةَ وَ الشَّرَفَ وَ الدَّرَجَةَ الرَّفِيْعَةَ ، اَللّٰهُمَّ اٰمَنْتُ بِمُحَمَّدٍ وَّلَمْ اَرَهٗ فَلَا تَحْرِمْنِىْ فِى الْجِنَانِ رُؤْيَتَهٗ ، وَارْزُقْنِىْ مَحَبَّتَهٗ . وَ تَوَفَّنِىْ عَلٰى مِلَّتِهٖ ، وَاسْقِنِىْ مِنْ حَوْضِهٖ ، شَرَابًا مَرِيْئًا سَائِغًا هَنِيْئًا لَا نَظْمَاُ فِيْهِ بَعْدَهَا اَبَدًا ، اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ شَىْءٍ قَدِيْرٌ . اَللّٰهُمَّ بَلِّغْ رُوْحَ مُحَمَّدٍ مِّنِّىْ تَحِيَّةً وَّسَلَامًا . اَللّٰهُمَّ وَكَمَا اٰمَنْتُ بِهٖ وَلَمْ اَرَهٗ فَلَا تَحْرِمْنِىْ فِى الْجِنَانِ رُؤْيَتَهٗ ، بِرَحْمَتِكَ يَا اَرْحَمَ الرّٰحِمِيْنَ .

اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ پهرين ۾ ۽ محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ پوين ۾ ۽ محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ نبين ۾ ۽ محمد ﷺ تي رحمت

نازل فرماءِ رسولن ۾، محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ملاء الاعليٰ ۾ ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي سموري آل ۽ صحابين تي بہ، اي الله! محمد ﷺ کي عطا فرماءِ وسيلو، فضيلت، شرف ۽ مٿانهون مرتبو، اي الله! مون محمد ﷺ تي ايمان آندو جڏهن تہ مون کيس نہ ڏٺو آهي، پوءِ مون کي جنت ۾ سندس ديدار کان محروم نہ ڪجانءِ ۽ مون کي پاڻ سڳورن ﷺ جي محبت نصيب فرماءِ ۽ مون کي پاڻ ڪريم ﷺ جن جي ملت تي مارءِ مون کي پاڻ سڳورن ﷺ جي حوض (ڪوثر) مان اهڙو لذت وارو پيالو پيار جيڪو وڻندڙ هجي، ۽ ڍءُ ڪرائيندڙ هجي، جنهن کان پوءِ مون کي ڪڏهن بہ اُڃ نہ لڳي. بيشڪ تون هرشيءِ تي وس وارو آهين. اي الله! محمد ﷺ جي روح کي منهنجي طرفان کيڪار ۽ سلام پهچاءِ جيئن مون مٿس اڻ ڏٺي ايمان آندو، پوءِ مون کي جنت ۾ سندس ديدار کان محروم نہ ڪجانءِ، پنهنجي رحمت سان اي ارحم الراحمين.“

فائدو: ـ جيڪڏهن فجر ۽ مغرب جي نماز کان بعد ان درود شريف جو ٽي ٽي ڀيرا ورد ڪيو وڃي تہ ”حسن التوسل“ ۾ ان جا ست فائدا ذڪر ڪيا ويا آهن:

١. گناهہ معاف ٿيندا ٢. درجا بلند ٿيندا ٣. غمن کان ڇوٽڪارو نصيب ٿيندو ۴. حضور ﷺ جي محبت نصيب ٿيندي۵. ايمان سان موتہ ٿيندو ٦. دشمنن جي مقابلي ۾ مدد ٿيندي ٧. ۽ بهشت ۾ سرور عالم صلي الله عليه وسلم جي سنگت نصيب ٿيندي.

جمع جي رات يارهن ڀيرا ورد ڪجي تہ ڏاڍو نفعو ٿيندو.

١۴٠. (٢) ۽ هڪ درود شريف هيءُ آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ ِۨ السَّابِقِ لِلْخَلْقِ نُوْرُهٗ، وَالرَّحْمَةِ لِلْعٰلَمِيْنَ ظُهُوْرُهٗ، عَدَدَ مَنْ مَضٰى مِنْ خَلْقِكَ وَمَنْ بَقِيَ، وَمَنْ سَعِدَ مِنْهُمْ وَمَنْ شَقِيَ، صَلَاةً تَسْتَغْرِقُ الْعَدَّ وَتُحِيْطُ بِالْحَدِّ، صَلَاةً لَا غَايَةَ لَهَا وَلَا اِنْتِهَآءَ، وَلَا اَمَدَ لَهَا وَلَا انْقِضَآءَ. صَلَوَاتِكَ الَّتِيْ صَلَّيْتَ عَلَيْهِ، صَلَاةً دَائِمَةً بِدَوَامِكَ، وَعَلٰى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ كَذٰلِكَ، وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ عَلٰى ذٰلِكَ.

”اي الله! اسانجي سائين محمد صلی الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ جنهن جو نور مخلوق کان اڳ هو، جنهن جو ظهور جهان وارن لاءِ رحمت هو. ان مخلوق جي تعداد مطابق جيڪي گذري چڪا يا باقي بچيا آهن ۽ انهن مان جيڪي نيڪ بخت آهي يا بدبخت. اهڙي رحمت جيڪا ڳڻپ کي ختم ڪري ۽ حد جو احاطو ڪري، اهڙي رحمت جنهن کي نہ شروعاتي حد هجي نہ آخري حد، نہ شروعات هجي نہ ڪٽڻ، رحمتون جيڪي تون مٿس نازل فرمائين هميشہ هجن. تنهنجي دوام (هميشگي) سان ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي آل ۽ اصحاب تي اهڙي طرح ۽ سڀ تعريفون الله لاءِ آهن انهيءَ تي.“

فائدو: ـ هن درود شريف جو هڪ ڀيرو پڙهڻ ڏهہ هزار ڀيرا پڙهڻ جي برابر آهي ۽ ڏهہ ڀيرا پڙهڻ هڪ لک جي برابر آهي، جيڪڏهن صبح ۽ شام ٽي ٽي ڀيرا ورد ڪري تہ قبر ۽ حشر ۾ سيئي معاملا آسان ٿي ويندا ۽ جيڪڏهن هر نماز کان پوءِ ٽي ڀيرا پڙهي آڱرين تي شوڪاري ڀنهي اکين تي ڦيرجي تہ نظر تيز ٿي ويندي ۽ اک جو سور جيڪو

ڪنهن دوا سان به نه ڇڏي ست ڀيرا پڙهي اک تي دم ڪجي ته ان درود جي برڪت سان اک ٺيڪ ٿي ويندي ۽ جيڪڏهن ڪو بيمار هوندو ته ان جي برڪت سان صحت ماڻيندو ۽ جيڪڏهن جمع جي رات هزار ڀيرا پڙهجي ته سرور عالم صلى الله عليه وسلم جي جمال جي خواب ۾ زيارت ٿيندي، جيئن ته هڪ درود شريف "سيدنا السابق" ۽ ٻيو "سيد الاولين" جو صبح ۽ شام ٽي ڀيرا پڙهڻ لازم آهي، ان ڪري ڪيس ڇڏڻ نه گهرجي.

١٤١. (٣) ۽ هڪ درود شريف هيءُ آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ صَلَاةً تُنْجِيْنَا بِهَا مِنْ جَمِيْعِ الْاَهْوَالِ وَالْاٰفَاتِ، وَتَقْضِىْ لَنَا بِهَا جَمِيْعَ الْحَاجَاتِ، وَتُطَهِّرُنَا بِهَا مِنْ جَمِيْعِ السَّيِّئَاتِ، وَتَرْفَعُنَا بِهَا عِنْدَكَ اَعْلَى الدَّرَجٰتِ، وَتُبَلِّغُنَا بِهَا اَقْصَى الْغَايَاتِ، مِنْ جَمِيْعِ الْخَيْرَاتِ فِى الْحَيٰوةِ وَبَعْدَ الْمَمَاتِ، اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ شَىْءٍ قَدِيْرٌ.

"اي الله! محمد صلى الله عليه وسلم تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جيڪا اسانکي سمورن خطرن ۽ آفتن کان نجات ڏئي ۽ جنهن جي برڪت سان تون اسانجون سموريون حاجتون پوريون فرمائين ۽ جنهن جي برڪت سان تون اسان کي سيني برائين کان پاڪ ڪرين ۽ جنهن جي برڪت سان تون اسان کي پاڻ وٽ بلند درجن تي پهچائين ۽ جنهن جي برڪت سان تون اسانکي سمورن ڀلائين جي آخري حد تائين پهچائين، دنيا جي زندگي ۾ به ۽ مرڻ کان پوءِ به."

فائدو: - هي درود شريف هيڙيءَ جي ٻڏڻ کان بچاءَ جو خاص ذريعو آهي ۽ جيڪو شخص ڪنهن غم ۽ فڪر يا ڪنهن حادثي ۽

مصيبت ۾ ڪيس هزار ڀيرا پڙهي ته ان ڪان نجات حاصل ڪندو ۽ هر مقصد ۽ هر مراد حاصل ڪندو، نماز عشاء ڪان بعد ٻه رڪعتون پڙهي، هر رڪعت ۾ سوره فاتحہ ڪان پوءِ يارهن ڀيرا سوره اخلاص پڙهي ۽ سلام ڦيرڻ ڪان پوءِ سو ڀيرا اهو درود شريف پڙهي. الله پاڪ دنيا ۽ آخرت ۾ ان جو ڪو به ڪم ضائع نہ ڪندو ۽ اهي سمورا ڪم آساني سان ٿي ويندا، جيڪي هن جي ڪوششن سان هرگز نہ ٿي سگهن ٿا ۽ هن درود شريف جو پڙهندڙ هرگز بي بخت نہ ٿيندو."

١٤٢. (۴) ۽ هڪ درود شريف هيءُ آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَنْ صَلّٰى عَلَيْهِ مِنْ خَلْقِكَ وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ مَنْ لَّمْ يُصَلِّ عَلَيْهِ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا اَمَرْتَنَا بِالصَّلٰوةِ عَلَيْهِ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا تُحِبُّ وَتَرْضٰى اَنْ يُّصَلّٰى عَلَيْهِ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا يَنْبَغِى الصَّلٰوةُ عَلَيْهِ.

"اي الله! محمد صلی الله عليه وسلم تي انهن ماڻهن جي تعداد جيتري رحمت نازل فرماءِ جيڪي تنهنجي مخلوق مان مٿس درود پڙهن ٿا يا درود نہ ٿا پڙهن ۽ محمد صلی الله عليه وسلم تي ائين رحمت نازل فرماءِ جيئن تو اسانکي مٿس درود موڪلڻ جو حڪم فرمايو آهي ۽ محمد ﷺ تي ائين رحمت نازل فرماءِ جيئن تون گهرين ۽ پسند فرمائين تہ مٿس درود پڙهيو وڃي ۽ محمد صلی الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ جيئن سندس شايان شان آهي".

فائدو: ڪنهن بزرگ امام شافعي رح ڪي سندس وفات ڪان پوءِ خواب ۾ ڏٺو ۽ ان جهان جا حالات پڇيا، فرمايائين تہ بخشش فرمائي وئي، پڇيائين، ڇا جي ڪري؟ فرمايائين درود شريف جي انهن پنجن

جملن جي پابندي جي برڪت سان جيئن "حسن التوسل" جي نسخي ۾ بيان ٿيل آهي. هر صبح ۽ شام ان درود شريف جو ڪجهه ڀيرا پڙهڻ پاڻ تي لازم ڪري ڇڏي.

۱۴۳. (۵) ۽ هڪ درود شريف هيءُ آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَنَبِيِّكَ وَرَسُوْلِكَ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَسَلِّمْ تَسْلِيْمًا.

"اي الله! محمد صلى الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ جيڪو تنهنجو ٻانهو، تنهنجو پيغمبر، تنهنجو رسول ۽ نبي امي آهي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي آل تي ٻه، ۽ مٿن گهڻي کان گهڻا سلام نازل فرماءِ."

فائدو: هي درود شريف ٻه صحابه ڪرام ڪان منقول آهي، جيڪو شخص جمع جي ڏينهن ٽيپهريءَ جي نماز ڪان پوءِ اسي ڀيرا اهو درود شريف پڙهندو تنهن جا اسي سالن جا گناهه معاف ٿي ويندا، بلڪ پوري عمر جا گناهه معاف ٿي ويندا، ۽ جيڪڏهن جمع جي رات يا جمع جي ڏينهن هميشه سو ڀيرا اهو درود شريف پڙهي ته جيڪڏهن بي بخت ٻه هوندو تڏهن ٻه ان جي برڪت سان نيڪن ۽ صالحن جي دفتر ۾ لکيو ويندو.

۱۴۴۔ (٦) ۽ هڪ درود شريف هيءُ آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ كُلِّ دَاءٍ وَّدَوَاءٍ، وَبَارِكْ وَسَلِّمْ.

"اي الله! محمد صلى الله عليه وسلم تي هر بيماري ۽ دوا جي تعداد جيتري رحمت نازل فرماءِ ۽ برڪت ۽ سلام نازل فرماءِ."

فائدو: ـ هر درد ۽ بيماريءَ جي دفع ڪرڻ لاءِ اول ۽ آخر ۾ ٽي ٽي ڀيرا هي درود شريف پڙهي ۽ وچ ۾ سورة فاتحه بسم الله سان گڏ پڙهي ان ڪان بعد ٽي ڀيرا سورة اخلاص پڙهي ۽ ان جو ثواب حضرت مخدوم

ڪي بخشي بيمار تي دم ڪري. فاتحہ جي پڙهڻ ۾ ڪيس اختيار آهي تہ ست ڀيرا پڙهي، يا ٽي ڀيرا يا هڪ ئي ڀيرو پڙهي، البتہ جيڪڏهن وڌيڪ پڙهي تہ بهتر آهي ۽ جيڪڏهن ڏينهن رات ۾ سؤ ڀيرا ورد ڪري تہ هر ڳالهہ کان جيڪا مذهب ۽ شريعت جي خلاف هوندي ۽ باطني (اندرين) زحمت کان بدعت ۽ گمراهيءَ کان محفوظ رهندو.

١٤٥. (٧) ۽ هڪ درود شريف هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ مُّعَطِّرِ الرُّوْحِ، وَّاٰلِهِ الطَّيِّبِيْنَ الطَّاهِرِيْنَ، صَلَاةً تُعَطِّرُنَا بِهَا وَ بَارِكْ وَسَلِّمْ.

”اي الله! محمد صلى الله عليه وسلم تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جيڪا روح کي خوشبودار بڻائي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي پاڪ آل تي اهڙي رحمت جنهن سان تون اسانکي خوشبودار ڪرين ۽ مٿس برڪت ۽ سلام نازل فرماءِ.“

فائدو: - جيڪڏهن هن درود شريف کي گلن يا مشڪ ۽ عنبر جي خوشبوءِ اچڻ وقت پڙهي تہ الله تعاليٰ هڪ فرشتو پيدا فرمائيندو جيڪو تسبيح (سبحان الله پڙهڻ) ۾ مشغول رهندو ۽ ان جو ثواب هن شخص جي اعمال نامي ۾ لکيو ويندو.

١٤٦. (٨) ۽ هڪ درود شريف هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى رُوْحِ مُحَمَّدٍ فِى الْاَرْوَاحِ، وَصَلِّ عَلٰى جَسَدِهٖ فِى الْاَجْسَادِ وَصَلِّ عَلٰى قَبْرِهٖ فِى الْقُبُوْرِ.

”اي الله! محمد ﷺ جي روح تي رحمت نازل فرماءِ روحن ۾ ۽ سندس پاڪ جسم تي رحمت نازل فرماءِ

جسمن ۾ ۽ سندس قبر مبارڪ تي رحمت نازل فرماءِ
قبرن ۾.“

فائدو:- جيئن تہ منتخب حسن التوسل ۾ ذڪر ٿيل آهي تہ جيڪو شخص هي درود شريف پابندي سان پڙهندو، تنهن کي سرور عالم صلى الله عليه وسلم جي زيارت ۽ ملاقات نصيب ٿيندي.

١٤٧. (٩) ۽ هڪ درود شريف هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ.

”اي الله ! محمد ﷺ ۽ سندس آل تي رحمت نازل فرماءِ ۽ برڪت ۽ سلام نازل فرماءِ.

فائدو: جيڪو شخص ڀيهري جي نماز کان پوءِ سو ڀيرا هي درود شريف پڙهندو، الله پاڪ ڪيس ٽي شيون عطا فرمائيندو، پهريون هي تہ ڪڏهن قرضي نہ ٿيندو، ٻيو هي تہ جيڪڏهن قرضي تي بہ ويو تہ الله پاڪ غيبي خزاني مان ان جي قرض جو انتظام فرمائيندو، ٽيون هي تہ قيامت جي ڏينهن ان کان ڪنهن نعمت جو حساب ۽ ڪنهن ڪوتاهيءَ تي عذاب نہ ٿيندو، (ان شاء الله تعالىٰ.)

١٤٨. (١٠) ۽ هڪ درود شريف هي آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِ ۣالنَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَاٰلِهٖ وَسَلِّمْ.

”اي الله! محمد نبي امي صلى الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ. ۽ سندس آل تي بہ سلام نازل فرماءِ.

فائدو: جيڪو شخص جمع جي ڏينهن هزار ڀيرا هي درود شريف پڙهندو اهو خواب ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي زيارت ڪندو يا بهشت ۾ پنهنجو گهر ڏسندو ۽ جيڪڏهن هڪ جمع ۾ ان دولت سان مشرف نہ ٿئي تہ پنج ياست جمعا ان جي پابندي ڪري تہ انهن ۾ نعمتن مان

هڪ مان ضرور ڪامياب ٿيندو ۽ انصاف هي آهي تہ اهڙي عظيم دولت لاء جمعن جي ڳاڻاٽي ڪي ذهن ۾ ئي نہ رکي جيستائين اها دولت نصيب نہ ٿئي لڳاتار گهرندو ۽ طلبيندو رهي ۽ منهنجي مرشد کان منقول آهي تہ اهڙي نعمت لاء جيڪڏهن روزانو ورد ڪجي تہ خاص عنايت آهي.

١٤٩. (١١) ۽ هڪ درود شريف هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِىْ اَوَّلِ كَلَامِنَا وَاَوْسَطِهٖ وَاٰخِرِهٖ-

"اي الله! محمد صلى الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماء اسانجي گفتگو جي شروع ۾، وچ ۾، ۽ پڇاڙيءَ ۾"

فائدو: جيڪڏهن ڪچهريءَ ۾ ويهڻ يا اٿڻ وقت ٽي ڀيرا هي درود شريف پڙهيو وڃي تہ ڏاڍو چڱو، پر جيڪڏهن هڪ ڀيرو ئي پڙهيو وڃي تہ بہ چڱو آهي، مجلس ۾ جيڪا اجائي ڳالهہ ٿي هوندي انجي برڪت سان معاف ٿي ويندي.

١٥٠- (١٢) ۽ هڪ درود شريف هيءُ آهي:

صَلَّى اللّٰهُ سُبْحَانَهٗ وَبِحَمْدِهٖ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِهٖ وَرَسُوْلِهِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَاٰلِهٖ وَبَارَكَ وَسَلَّمَ كَمَا هُوَ اَهْلُهٗ-

"الله پاڪ رحمت نازل فرمائي، اسان سندس پاڪائي ۽ ساراهہ ڪريون ٿا، محمد ﷺ تي جيڪو سندس خاص ٻانهو ۽ پيغمبر نبي امي آهي ۽ سندس آل تي، ۽ برڪت ۽ سلام نازل فرمائي جيئن پاڻ ڪريم ﷺ جن جي شان وٽان آهي.

ف: جيڪڏهن هر فرض نماز کان پوءِ ست ڀيرا ان درود شريف جو ورد ڪري تہ ڪو بہ دشمن ان جي مقابلي ۾ ڪامياب نہ

ٿيندو. مثلاً: شيطان، نفس، جن، انسان، نانگ، وڇون وغيره ۽ هر اهو عمل جنهن جي شروع ڪرڻ کان اڳ هي درود شريف ٽي ڀيرا پڙهي الله پاڪ ان عمل کي قبول فرمائيندو، رد نہ ڪندو.

١٥١۔ (١٣)

۽ هڪ درود شريف هيءُ آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِ الْعٰلَمِيْنَ حَبِيْبِكَ مُحَمَّدٍ وَّ اٰلِهٖ، صَلٰوةً اَنْتَ لَهَا اَهْلٌ، وَبَارِكْ وَسَلِّمْ كَذٰلِكَ.

"اي الله! جهانن جي سردار ﷺ، پنهنجي حبيب ﷺ محمد ﷺ ۽ سندس آل تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جيڪا تنهنجي شايان شان هجي، ۽ اهڙي طرح مٿس برڪت ۽ سلام نازل فرماءِ."

فائدو: جيڪڏهن صبح ۽ شام ست ڀيرا ان درود شريف جو ورد پاڻ تي لازم ڪري تہ الله پاڪ ان جي برڪت سان ان جي اولاد کي عزت وارو ڪندو، محض پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان ۽ پنهنجي سچي وعدي مطابق.

١٥٢. (١٤) ۽ هڪ درود شريف هي آهي:

رَبِّ صَلِّ عَلٰى نَبِيِّيْ مُحَمَّدٍ وَّ اٰلِهٖ اَجَلَّهَا، وَاقْضِ لِيْ بِجَاهِهٖ حَوَائِجِيْ كُلَّهَا، وَصَلِّ عَلَيْهِ كَمَا اَنْتَ اَهْلُهَا، وَسَلِّمْ وَشَرِّفْ وَكَرِّمْ دَائِمًا.

"اي الله! منهنجي نبي محمد ﷺ ۽ سندس آل تي رحمت نازل فرماءِ سڀ کان وڏي قدر واري رحمت ۽

پاڻ سڳورن ﷺ جي صدقي منهنجون سموريون گهرجون پوريون فرماءِ ۽ پاڻ ڪريم صلی الله عليه وسلم تي پنهنجي شايان شان رحمت نازل فرماءِ ۽ سلام نازل فرماءِ ۽ ڪين شرف ۽ عزت عطا ڪر."

ف: جيڪڏهن ڪو شخص تي پيرا هر نماز ڪان پوءِ هي جملو پڙهي ان تي قبر ۾ منڪر نڪير جو سوال جواب آسان ٿي ويندو ۽ عاجز نہ ٿيندو ان جا ٻيا بہ فائدا آهن، مگر هتي مختصر لکي ڇڏيائين.

(مخدوم عمر مويره رحہ جو مختصر رسالو پورو ٿيو)



# ضميمو: ٣

# چاليهہ درود شريف، خاصيتن ۽ فائدن سان گڏ

**• بسم الله الرحمٰن الرحيم •**

معلوم هئڻ گهرجي تہ درود شريف جا اهي قسمين قسمين الفاظ جن سان عالمن ۽ مشائخ حضور صلى الله عليه وسلم تي درود موڪليو آهي، ان جو شمار ڪرڻ انساني طاقت ڪان ٻاهر آهي، اهڙيءَ ريت حضرت شيخ سعد الملته حموي قدس سره ڪان چار هزار ۽ هڪ روايت ۾ درود شريف جا ٻارنهن هزار قسم نقل ڪيا ويا آهن ۽ ان جا ورد ۽ ذڪر ٻين ڪتابن ۽ رسالن ۾ بہ ڪجهہ بيان ٿيل آهن ۽ مغرب جي مشائخن (بزرگن) ڪان بہ درود شريف جا گهڻائي قسم منقول آهن ۽ هر بزرگ کي درود شريف جا اهڙا لفظ القاء ۽ الهام ٿيا. جيڪي پاڻ سڳورن ﷺ سان رابطي ڪرڻ لاءِ مناسب هئا ۽ انهن ان جي خاصيتن ۽ فائدن ڏانهن اشارو فرمايو، جيڪي ان درود شريف مان معلوم ٿيا. هنن ورقن ۾ چاليهہ درود شريف جيڪي اخبار ۽ آثار ۾ آيا آهن ۽ وڏڻ ڪان صحيح طريقي سان روايت ٿيل آهن، ان جا خاص فائدا ۽ خاصيتون گڏ بيان ڪيون وڃن ٿيون. والله الموفق و ولی الرشاد.

١٥٣ـ (١)

قاضي عياض رحمة الله عليہ "شفاء" ۾ حضرت ابوهريره رضہ ڪان نقل ڪيو آهي تہ حضور ﷺ فرمايو تہ، "جيڪو شخص هي پسند ڪري تہ ان کي اجر ۽ ثواب جو پيمانو پرجي ملي يعني انکي پورو عيوضو ڏنو وڃي، ۽ اهو ثواب جي پرپور حصي کي حاصل ڪري ان کي گهرجي تہ جڏهن درود شريف پڙهي تہ هيئن چوي؛

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَاَزْوَاجِهٖ اُمَّهَاتِ الْمُؤْمِنِيْنَ وَذُرِّيَّتِهٖ وَاَهْلِ بَيْتِهٖ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ.

”اي الله! محمد ﷺ نبي امي تي رحمت نازل فرماءِ ۽ سندن ﷺ گهروارين مومنن جي امڙين تي ۽ سندن ﷺ اولاد ۽ اهل بيت تي جيئن تو ابراهيم عليہ السلام تي رحمت نازل فرمائي، بيشڪ تون ساراهيل، بزرگيءَ وارو آهين.“

امام ابودائود رحہ بہ پنهنجي سَنَد سان ان حديث کي روايت ڪيو آهي ۽ امام دارمي بہ پنهنجي صحيح حديث ۾ ان کي بيان ڪيو آهي انجي روايت ۾ ”عليٰ ابراهيم“ بدران ”عليٰ آل ابراهيم“ جو لفظ آهي.

١٥٤۔ (٢) حضرت انس رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ آءٌ حضور ﷺ جي خدمت ۾ حاضر هيس، پاڻ ﷺ فرمائي رهيا هئا تہ، ”جيڪو شخص اسي ڀيرا مون تي درود موڪلي، الله تعاليٰ ان جا اسي سالن جا گناھ معاف ڪري ڇڏيندو.“

مون عرض ڪيو، اي الله جا رسول ﷺ اوهان تي ڪيئن درود شريف موڪلجي، فرمايائون ”هيئن چئجي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ.

”اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيڪو تنهنجو خاص ٻانهو، تنهنجو پيغمبر ۽ تنهنجو رسول ﷺ، نبي امي آهي.“

١٥٥۔ (٣)

”شفاء“ ۾ زيدبن حباب رضہ جي روايت ۾ حضور ﷺ جو ارشاد نقل ٿيل آهي تہ، ”جيڪو شخص هنن لفظن سان درود شريف پڙهي، ان لاءِ منهنجي شفاعت واجب ٿيندي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاَنْزِلْهُ الْمَنْزِلَ الْمُقَرَّبَ عِنْدَكَ يَوْمَ الْقِيَامَةِ.

"اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ۽ کين مقرب (ويجهي) منزل تي پاڻ وٽ جڳهہ عطا فرماءِ، قيامت جي ڏينهن."

١٥٦. (٤)

"حصن حصين" ۾ موطا ۽ معجم اوسط طبراني کان نقل ڪيو آهي ۽ مسند امام احمد رحہ ۾ نافع بن ثابت انصاري رضہ جي روايت ۾ آيو آهي تہ حضور ﷺ فرمايو تہ، جيڪو شخص مون تي درود شريف موڪلي اهو هي لفظ چوي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاَنْزِلْهُ الْمَقْعَدَ الْمُقَرَّبَ عِنْدَكَ يَوْمَ الْقِيَامَةِ.

"اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ۽ قيامت جي ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ کي اهڙي جڳهہ عطا فرماءِ جيڪا تو وٽ تمام ويجهي هجي، ان لاءِ منهنجي شفاعت واجب ٿيندي."

(هي انشاء الله سهڻي خاتمي جي خوشخبري آهي.)

١٥٧. (٥)

"رياض احاديث" ۾ حضرت ابو سعيد خدري رضہ کان نقل ڪيو آهي ۽ مؤطا ۾ ابن وهب کان انجي سَنَد سان آيل آهي تہ، "حضور ﷺ ارشاد فرمايو تہ جيڪو شخص خيرات ڪرڻ لاءِ مال نہ رکندو هجي، يعني اهڙو غريب جنهن جا هٿ اهڙيءَ شيءِ کان خالي هجن جنهن سان صدقو يا خيرات ڪري انکي گهرجي تہ هي درود شريف پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ، وَصَلِّ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ وَ الْمُؤْمِنَاتِ وَالْمُسْلِمِيْنَ وَالْمُسْلِمَاتِ.

”اي الله! پنهنجي ٻانهي ۽ پنهنجي رسول محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ۽ مومن مردن ۽ مومن عورتن تي، ۽ مسلمان مردن ۽ مسلمان عورتن تي رحمت نازل فرماءِ.“

ان درود شريف پڙهڻ سان انکي صدقي ڪرڻ وارن جهڙو ثواب ملندو.

١٥٨ـ (٦)

”ازهار الاحاديث“ ۾ حضرت انس بن مالڪ رضہ کان روايت نقل ڪئي آهي تہ حضور ﷺ ويٺل هئا تہ هڪ صحابي سڱورو رضہ پاڻ سڱورن ﷺ جي سامهون لنگهيو، حضور ﷺ جن ارشاد فرمايو تہ، ”ان شخص جا ايترا عمل روزانو آسمان تي چڙهندا آهن جو منهنجي امت مان ڪنهن جا بہ ايترا عمل نہ چڙهندا آهن.“ صحابہ ڪرام عرض ڪيو. اي الله جا رسول ﷺ اهو شرف ان ڪي ڇا جي ڪري حاصل ٿيو؟ ارشاد فرمايائون تہ ”آءٌ هيءُ خبر جبريل عليہ السلام جي زباني نقل ڪري رهيو آهيان، جنهن ائين ئي ٻڌايو آهي ۽ مون ان کان سبب نہ پڇيو“ ٻي ڏينهن حضرت جبرائيل عليہ السلام نازل ٿيو تہ حضور ﷺ ان کان پڇيو تہ ”منهنجي اصحابين رضہ مان هن شخص جي فضيلت ۽ عزت ڪهڙي شيءِ جي ڪري آهي؟“ حضرت جبرائيل عليہ السلام عرض ڪيو تہ ان شخص جي فضيلت ۽ عزت جو سبب هي آهي تہ هي روزانو ڏهہ ڀيرا هنن لفظن ۾ درود شريف پڙهندو آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ كَمَا اَمَرْتَنَا اَنْ نُّصَلِّيَ عَلَيْهِ وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ كَمَا يَنْبَغِيْ اَنْ يُّصَلّٰى عَلَيْهِ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ بِعَدَدِ مَنْ صَلّٰى عَلَيْهِ، وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ بِعَدَدِ مَنْ لَّمْ يُصَلِّ عَلَيْهِ.

”اي الله! محمد نبي ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تو

اسانکي حکم فرمايو آهي تہ اسان مٿس درود شريف پڙهون ۽ محمد نبي ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، جنهن جو هو لائق آهي تہ مٿس درود موڪليو وڃي ۽ محمد نبي ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، انهن ماڻهن جي تعداد جيتري جيڪي پاڻ ڪريم ﷺ جن تي درود پڙهن ٿا ۽ انهن ماڻهن جي تعداد جيتري جيڪي پاڻ سڳورن ﷺ تي درود نٿا پڙهن."

۽ "ازهار" ۾ين ڪتابن کان علاوه هڪ ٻيو جملو بہ نقل ڪيو آهي.

ـ وَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِ ۣالنَّبِيِّ كَمَا تُحِبُّ وَتَرْضٰى اَنْ يُصَلّٰى عَلَيْهِ

"۽ محمد نبي ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تون پسند ڪرين ۽ راضي ٿئين تہ مٿس ﷺ درود موڪليو وڃي."

ف: هنن ورقن جو ڳڏائيندڙ مؤلف (مخدوم محمد هاشم سنڌي رحہ) چوي ٿو تہ، "هڪ ڀيرو ڪنهن ضرورت جي ڪري آءٌ وطن کان روانو ٿيس، ڪجھ اهل وعيال ساڻ هئا، دوستن ۽ مددگارن مان ڪو بہ ڳڏ نہ هو، اوچتي هڪ وڏي جماعت سامهون آئي، جنهن تي خوف، ڊپ ۽ پريشاني جو اثر ظاهر هو، پڇڻ تي انهن احوال بيان ڪيو تہ هن رستي ۾ ڌاڙيلن جو هڪ گروهہ پوري طرح هٿيار بند آهي ۽ اسان گهڻائيءَ جي باوجود وڏين تڪليفن سان انهن کان جان ڇڏائي آيا آهيون، توهان هن اڪيلائيءَ جي باوجود انهن جي پٺيان پوڻ ۽ ايذاءِ پهچائڻ کان ڪيئن محفوظ رهندؤ؟ العود احمد (يعني موٽي وڃڻ بهتر آهي.) جي چوٽي تي عمل ڪندي واپس موٽي وڃو، جيئن تہ موٽي وڃڻ بہ مصلحت جي خلاف هوان ڪري آءٌ اتيئي ترسيس ۽ حيران ٿيس تہ ڇا ڪجي ۽ ڇا نہ ڪجي، انهيءَ حال ۾ ننڊ جو غلبو ٿيو، مون خواب ۾ ڏٺو تہ هڪ ايندڙ چئي رهيو آهي تہ هي درود شريف پڙهو ۽

سلامتيءَ سان هليا وڃو. اهڙيءَ ريت درود شريف جاهي پنج جملا ان شخص ٿوري اڳ پوءِ سان تلقين فرمايا. مون ڪڏهن به اهي جملا ڪنهن ڪتاب ۾ نه پڙهيا هئا ۽ نه ڪنهن ڪان ٻڌا هئا. وڏي فرحت جي حالت ۾ اک کليءَ ۽ درود شريف جا اهي پنج جملا زبان تي جاري هئا. مون انهن کي پڙهڻ شروع ڪيو ۽ مون سان جيڪي ٻه ٽي ماڻهو هئا انهن به ان جو ورد شروع ڪري ڏنو. ٿوري دير ۾ اسان ڌاڙيلن تائين پهتاسون ۽ اتان گذري وياسون. اسان کين ڏسي رهيا هئاسين ۽ انهن جو ڳالهيون ٻڌي رهيا هئاسين پر انهن اسانکي نه ڏٺو ۽ اسانجي لنگهي وڃڻ جو انهن کي پتو ئي نه پيو. ۽ هن درود شريف جي برڪت سان اسان انهيءَ هلاڪت جي هنڌ کان، جو قتل ۽ زخمي ٿيڻ جو به انديشو هو ۽ قرجي وڃڻ ۽ قيد ٿيڻ جو به خطرو هو، نجات حاصل ڪئي ۽ عافيت سان منزل مقصود تائين پهچي وياسون. ان ڏينهن کان اڄ تائين الحمد لله صبح ۽ شام ان درود شريف جو پابندي سان ورد ڪندو آهيان. حضور ﷺ تي درود هولناڪين ۽ پريشانين کان ڇوٽڪارو ڏياريندو آهي، آفتن کان ۽ زماني جي ڏِين کان به نجات ڏياريندو آهي. ان درود شريف جو نالو "حصن حصين" آهي يعني مضبوط قلعو ۽ ان جو ورد دارالامان آهي."

۱۵۹- (۷)

روضة الاحباب ۾ نقل ڪيو ويو آهي ته دستور نه هو ته حضور ﷺ ۽ حضرت ابوبڪر رضه جي وچ ۾ ڪوئي ويهي، هڪ ڏينهن هڪ شخص مسجد ۾ آيو ۽ حضور ﷺ ان کي پنهنجي ۽ ابوبڪر صديق رضه جي وچ ۾ ويهاريو. صحابه رضه کي ان تي عجب ٿيو. جڏهن اهو شخص مجلس مان اٿي هليو ويو ته حضور ﷺ ارشاد فرمايو ته هي شخص مون تي هنن جملن سان درود شريف پڙهندو آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا تُحِبُّ وَتَرْضٰى، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ

كَمَا اَمَرْتَنَا اَنْ نُّصَلِّيَ عَلَيْهِ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا هُوَ اَهْلُهٗ۔

”اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تون گهرين ۽ پسند فرمائين ته مٿس درود پڙهيو وڃي. اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تون اسانکي حڪم فرمايو آهي ته اسين مٿس درود پڙهون، اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيئن پاڻ سڳورا ﷺ ان جي لائق آهن.“

١٦٠۔ (٨)

”ازهار“ ۾ آهي ته حضور ﷺ کان منقول آهي ته، ”جيڪو شخص مون تي هنن لفظن سان درود موڪلي، آءٌ پروردگار وٽ ان جي شفاعت ڪندس ۽ اهو مون کي خواب ۾ ڏسندو ۽ منهنجي حوض ڪوثر مان پاڻي پيئندو ۽ جيڪو شخص منهنجي حوض ڪوثر مان پاڻي نوش ڪندو ان تي دوزخ جي باهه حرام ٿي ويندي.“

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى رُوْحِ مُحَمَّدٍ فِى الْاَرْوَاحِ ، وَصَلِّ عَلٰى جَسَدِ مُحَمَّدٍ فِى الْاَجْسَادِ ، وَصَلِّ عَلٰى قَبْرِ مُحَمَّدٍ فِى الْقُبُوْرِ۔

”اي الله! محمد صلى الله عليه وسلم جي روح تي رحمت نازل فرماءِ روحن ۾ ۽ محمد ﷺ جي مبارڪ جسم تي رحمت نازل فرماءِ جسمن ۾ ۽ محمد ﷺ جي قبر تي رحمت نازل فرماءِ قبرن ۾.“

ف: بعض اڪابر کان منقول آهي ته جيڪڏهن ڪو شخص خميس يا جمعي تي مٿيون درود شريف ۽ درود شريف سان گڏ جيڪو روضة الاحباب“ کان نقل ڪيو ويو آهي، ستر ڀيرا پڙهي ان کي واقعي حضور ﷺ جي زيارت نصيب ٿيندي. (مجرب آهي)

١٦١ـ (٩)

حصن حصين ۾ ابو علي موصلي رحہ کان نقل ڪيو آهي ۽ ان پنهنجي سند سان روايت ڪيو تہ حضور ﷺ ارشاد فرمايو تہ جڏهن ڪو چاهي تہ انجو مال زياده ٿئي ۽ روز بروز ترقي ڪري انکي گهرجي تہ هي درود شريف پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰی مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ، وَصَلِّ عَلَی الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنَاتِ وَالْمُسْلِمِيْنَ وَالْمُسْلِمَاتِ۔

١٦٢ـ (١٠)

شواهد النبوه ۾ حضرت ابودجانہ رضہ کان نقل ڪيو آهي تہ مون حضور ﷺ کان ٻڌو تہ، ”جيڪو شخص پنهنجي آرام گاهہ تي وڃي سورة الملک پڙهي، ان کان بعد چار ڀيرا هي درود شريف پڙهي تہ الله پاڪ ٻن فرشتن کي حڪم فرمائيندو جيڪي حضور ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿي سلام عرض ڪندا ۽ حضور ﷺ ان جي جواب ۾ فرمائيندا تہ فلاڻي پٽ فلاڻي تي سلام ۽ الله تعالیٰ جون رحمتون ۽ برڪتون هجن.“

اَللّٰهُمَّ رَبَّ الْحِلِّ وَالْحَرَامِ وَرَبَّ الْبَلَدِ الْحَرَامِ، وَرَبَّ الشَّهْرِ الْحَرَامِ، بِكُلِّ اٰيَةٍ اَنْزَلْتَهَا فِیْ شَهْرِ رَمَضَانَ بَلِّغْ رُوْحَ مُحَمَّدٍ مِّنِّیْ تَحِيَّةً وَّسَلَامًا۔

”اي الله! حل ۽ حرم جا مالک، عزت واري شهر جا مالک، حرمت واري مهيني جا مالک، هر آيت جي بدلي ۾ ”اي الله! پنهنجي ٻانهي ۽ پنهنجي پيغمبر محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ، مومن مردن ۽

عورتن ، مسلمان مردن ۽ عورتن تي رحمت نازل فرماءِ" جيڪا تو رمضان شريف ۾ نازل فرمائي محمد ﷺ جي پاڪ روح کي منهنجي طرفان سلام پهچاءِ."

١٦٣. (١١)

"رياض الاحاديث" ۾ نقل ڪيو ويو آهي ته حضور ﷺ ارشاد فرمايو ته، "بهشت ۾ هڪ وڻ آهي جنهن کي محبوبه" چوندا آهن ان جا ميوا ڏاڙهون کان ننڍا ۽ صوف کان وڏا آهن ۽ ان جي ميوي جو پاڻي کير کان اڇو، ماکيءَ کان وڌيڪ مٺو ۽ مکڻ کان زياده نرم آهي، ان ميوي کي نه کائيندو، مگر اهو شخص جيڪو روزانو هن درود شريف جي پابندي ڪري."

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ ، وَعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ.

"اي الله! پنهنجي ٻانهي محمد صلى الله عليه وسلم ۽ سندس آل تي رحمت نازل فرماءِ ۽ برڪت ۽ سلام نازل فرماءِ."

١٦٤. (١٢)

"ازهار" ۾ ابن عمر رضي الله عنها کان روايت آهي ته ٻهراڙي وارن جي هڪ جماعت هڪ شخص کي هڪ اٺ سميت حضور ﷺ جن جي عدالت ۾ حاضر ڪري مٿس دعويٰ ڪئي ته هن شخص هيءُ اٺ چورايو آهي ان شخص انڪار ڪيو ته هنن شاهد پيش ڪيا. حضور ﷺ ان جي هٿ ڪٽڻ جو حڪم فرمايو، جڏهن ماڻهو ان شخص جو هٿ ڪپڻ لاءِ ڪيس وٺي هليا ته هو شخص چپن ۾ ڪجهه پڙهي رهيو هو، ايتري ۾ ان اٺ دانهون ڪرڻ شروع ڪيون ۽ فصيح زبان سان عرض ڪيائين ته اي الله جا رسول ﷺ هي شخص منهنجي چورائڻ جي تهمت کان پري آهي هنن ماڻهن مٿس ڪوڙي تهمت هنئي آهي ۽ شاهدن ڪوڙي شاهدي ڏني آهي، مون کي فلاڻي شخص چورايو آهي ۽ هن ويچاري تي تهمت مڙهي وئي آهي. حضور ﷺ انهن ماڻهن کي واپس آڻڻ جو حڪم فرمايو ۽

جنهن چور جو نالو اٿ ورتو انکي حاضر ڪيو ويو ان بغير ڪنهن ڏاڍ ۽ جبر جي چوريءَ جو اقرار ڪيو. حضور ﷺ ان تي حد جاري ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ جنهن درويش تي تهمت هڻئي وئي هئي ان کي گهرائي پڇيو ويو تہ، "تون مون وٽان وڃڻ کان پوءِ ڇا چئي رهيو هئين؟ چو تہ مون فرشتن کي ڏٺو تہ مديني جون جايون ان سان ٻرجي ويون ۽ قريب هو تہ ٻيتيون ڏري پون" ان عرض ڪيو اي الله جا رسول ﷺ آءٌ اوهان تي درود شريف جا هي لفظ پڙهي رهيو هوس:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلَى النَّبِيِّ مُحَمَّدٍ حَتّٰى لَا يَبْقٰى مِنْ صَلَوَاتِكَ شَيْءٌ،
وَبَارِكْ عَلَى النَّبِيِّ مُحَمَّدٍ حَتّٰى لَا يَبْقٰى مِنْ بَرَكَاتِكَ شَيْءٌ
وَارْحَمِ النَّبِيِّ مُحَمَّدًا حَتّٰى لَا يَبْقٰى مِنْ رَّحْمَتِكَ شَيْءٌ.

وَسَلِّمْ عَلَى النَّبِيِّ مُحَمَّدٍ حَتّٰى لَا يَبْقٰى مِنْ سَلَامِكَ شَيْءٌ

"اي الله! نبي محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ايتري تاءِ جو تنهنجي صلواتن مان ڪجهہ بہ باقي نہ رهي ۽ نبي محمد ﷺ تي برڪتون نازل فرماءِ ايستائين جو تنهنجي برڪتن مان ڪجهہ بہ باقي نہ رهي ۽ نبي محمد ﷺ تي ٻاجهہ ڪر ايستائين جو تنهنجي ٻاجهہ مان ڪجهہ بہ باقي نہ رهي."
حضور صلي الله عليه وسلم ارشاد فرمايو تہ، "تون سڀاڻي قيامت جي ڏينهن پل صراط تان ان حالت ۾ گذري ويندين جو تنهنجو منهن چوڏهين جي چنڊ کان وڌيڪ چمڪندڙ هوندو."
۽ روضة الاحباب ۾ بہ ان واقعي کي نقل ڪيو ويو آهي ۽ ان ۾ هڪ جملي جو واڌارو ڪيو آهي يعني وسلم علي النبی محمد حتیٰ لايبق من سلامک شي "۽ محمد ﷺ تي سلام موڪل. ايستائين جو تنهنجي سلام مان ڪجهہ بہ باقي نہ رهي."
١٦٥. (١٣)

"شفاء" ۾ بيان ٿيل آهي تہ حضرت علي رضہ جڏهن آيت سڳوري تلاوت ڪندو هو (ان الله وملائڪتہ ۔الخ) تہ الله تعاليٰ جي حڪم تي عمل ڪندي هينئن چوندو هو:

﴿إِنَّ اللهَ وَمَلَائِكَتَهُ يُصَلُّونَ عَلَى النَّبِيِّ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا صَلُّوا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوا تَسْلِيمًا﴾، لَبَّيْكَ اللّٰهُمَّ وَسَعْدَيْكَ، صَلَوَاتُ الْبَرِّ الرَّحِيمِ وَالْمَلَائِكَةِ الْمُقَرَّبِينَ وَالنَّبِيِّينَ وَالصِّدِّيقِينَ وَالشُّهَدَاءِ وَالصَّالِحِينَ، وَمَا سَبَّحَ لَكَ مِنْ شَيْءٍ يَا رَبَّ الْعٰلَمِينَ، عَلٰى مُحَمَّدِ بْنِ عَبْدِ اللهِ خَاتَمِ النَّبِيِّينَ، وَسَيِّدِ الْمُرْسَلِينَ، وَإِمَامِ الْمُتَّقِينَ، وَرَسُولِ رَبِّ الْعٰلَمِينَ، الشَّاهِدِ الْبَشِيرِ، الدَّاعِي إِلَيْكَ بِإِذْنِكَ السِّرَاجِ الْمُنِيرِ، وَعَلَيْهِ السَّلَامُ.

"آءٌ حاضر آهيان اي الله ۽ تنهنجي حڪم تي عمل ڪرڻ لاءِ بار بار حاضر آهيان، احسان ڪندڙ رحيم پروردگار جون صلواتون هجن ۽ مقرب ملائڪن جون ۽ نبين ۽ صديقن جون، ۽ شهيدن ۽ صالحن جون ۽ انهن سمورن شين جون جيڪي اي رب العالمين تنهنجي پاڪائي بيان ڪن ٿيون، محمد ﷺ بن عبدالله تي جيڪو خاتم النبيين آهي سيد المرسلين آهي، پرهيزگارن جو امام آهي ۽ رب العالمين جو پيغمبر آهي، شاهدي ڏيڻ وارو، ڏيجارڻ وارو ۽ تنهنجي طرف تنهنجي حڪم سان سڏڻ وارو آهي، روشن شمع آهي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ تي سلام هجي."

اهل بيت جا امام ان درود شريف جي پابندي فرمائيندا هئا ۽ چوندا هئا تہ ان درود شريف جا ديني فائدا ۽ آخرت ۾ ان جو ثواب حد کان زياده ۽ ڳڻڻ کان وڌيڪ آهي.

١٦٦. (١٤)

"رياض المنكرين" ۾ علي رضہ کان روايت آهي تہ جيڪو شخص روزانو ٽي دفعا ۽ جمع جي ڏينهن سؤ ڀيرا هي درود شريف پڙهندو رهي بي شڪ ان شخص حضور ﷺ تي سڀني مخلوق سان گڏ درود موڪليو ۽ قيامت جي ڏينهن اهو شخص حضور ﷺ جي خاص ماڻهن جي ٽولي ۾ اٿندو ۽ حضور ﷺ ان جو هٿ وٺي ڪيس پاڻ سان گڏ جنت ۾ وٺي ويندا.

صَلَوَاتُ اللّٰهِ وَمَلَائِكَتِهٖ وَاَنْبِيَائِهٖ وَرُسُلِهٖ وَجَمِيْعِ خَلْقِهٖ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ اَجْمَعِيْنَ، وَعَلَيْهِ وَعَلَيْهِمُ السَّلَامُ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ.

"الله پاڪ جون ۽ انجي ملائڪن جون ۽ انجي نبين جون ۽ انجي پيغمبرن جون ۽ انجي سموري مخلوق جون رحمتون هجن محمد ﷺ تي ۽ سندس سموري آل تي، ۽ پاڻ سڳورن ﷺ تي ۽ انهن سيني تي سلام هجي ۽ الله تعاليٰ جون رحمتون ۽ برڪتون هجن."

١٦٧. (١٥)

حضرت ابن عباس رضي الله عنهما فرمائي ٿو تہ جيڪو شخص هي درود شريف پڙهي:

صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّجَزَاهُ عَنَّا مَا هُوَ اَهْلُهٗ.

"الله پاڪ رحمت نازل فرمائي محمد ﷺ تي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي اسانجي طرفان بدلو عطا ڪري جنهن جا پاڻ ڪريم ﷺ جن لائق آهن."

ان هزار ڏينهن تائين لکندڙن کي مشقت (سخت محنت) ۾ وڌو.

ف: لکڻ وارن کان مراد ثواب لکڻ وارا فرشتا آهن مطلب هي تہ

ستر فرشتا هزار ڏينهن تائين انهن جملن جو ثواب لکندا رهندا ۽ زياده ثواب لکڻ کري مشقت ۾ پوندا.

١٦٨. (١٦)

"ازهار" ۾ نقل ٿيل آهي ته جيکو شخص روزانو ٽي ڀيرا هي درود شريف پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَسَلِّمْ وَاجْزِهٖ عَنَّا خَيْرَ الْجَزَاءِ.

"اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ ۽ سندس آل تي، ۽ سلام نازل فرماءِ ۽ پاڻ کريم ﷺ جن کي اسانجي طرفان بهتر بدلو عطا فرماءِ."

ان شخص پاڻ سڳورن جي بعثت (الله پاڪ طرفان دنيا ۾ موڪلڻ) جي نعمت جو شڪر ادا ڪري ڇڏيو ۽ حضور ﷺ جن قيامت جي ڏينهن ان لاءِ معذرت (بخشش جو جبلو) فرمائيندا ۽ الله پاڪ کيس بلند مرتبو عطافرمائيندو.

١٦٩. (١٧)

حضرت طائوس رحہ حضرت ابن عباس رضہ کان نقل ڪيو آهي ته هو هي درود شريف پڙهندو هو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ، وَّتَقَبَّلْ شَفَاعَتَهُ الْكُبْرٰى، وَارْفَعْ دَرَجَتَهُ الْعُلْيَا، وَاٰتِهٖ سُؤْلَهٗ فِى الْاٰخِرَةِ وَالْاُوْلٰى، كَمَآ اٰتَيْتَ اِبْرَاهِيْمَ وَمُوْسٰى.

"اي الله! محمد صلى الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ ۽ سندن وڏي شفاعت قبول فرماءِ ۽ سندن بلند درجي کي مٿانهون ڪر ۽ کين دنيا ۽ آخرت ۾ سندن گهريل شيءِ عطا ڪر جيئن تو ابراهيم عليه السلام

۽ موسیٰ عليہ السلام کي عطا فرمائي.

۽ فرمائيندو هو تہ جيڪو شخص اهڙي طرح درود شريف پڙهي پاڻ ڪريم ﷺ انجي شفاعت ڪندا ۽ انکي ۽ انجي پيءُ ماءُ کي، مٽن مائٽن کي ۽ دوستن کي بہ شفاعت جو رتبو عطا فرمائيندا.

١٧٠. (١٨)

"روضة العلماء" ۾ حضرت ابن مسعود رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ جڏهن رسول الله ﷺ تي درود شريف پڙهو تہ خوب بهتر پڙهو ڇو تہ اهو درود شريف نبي صلی الله عليه وسلم جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويندو آهي، عرض ڪيو ويو تہ اسين ڪهڙن لفظن سان درود شريف پڙهندا رهون، فرمايائين هيئن چوندا ڪريو:

اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ صَلَوَاتِكَ وَبَرَكَاتِكَ وَرَحْمَتَكَ وَرَأْفَتَكَ وَمَحَبَّتَكَ عَلٰى سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ، وَاِمَامِ الْمُتَّقِيْنَ، مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ وَنَبِيِّكَ، اِمَامِ الْخَيْرِ، وَقَائِدِ الْخَيْرِ، وَرَسُوْلِ الرَّحْمَةِ. اَللّٰهُمَّ ابْعَثْهُ مَقَامًا مَّحْمُوْدًا يَّغْبِطُ بِهِ الْاَوَّلُوْنَ وَالْاٰخِرُوْنَ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ، وَبَارِكْ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰى اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰى اٰلِ اِبْرَاهِيْمَ، اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ.

"اي الله! پنهنجون عنايتون، پنهنجون برڪتون، پنهنجي رحمت، پنهنجي شفقت ۽ محبت نبين جي سردار ۽ پرهيزگارن جي امام محمد صلی الله عليه وسلم تي نازل فرماءِ جيڪو تنهنجو ٻانهو، تنهنجو پيغمبر ۽ تنهنجو نبي آهي ڀلائيءَ جو امام، خير جو سرواڻ ۽ رحمت جو رسول آهي. اي الله، پاڻ سڳورن

ﷺ کي مقام محمود تي اتار جنهن تي اڳيان ۽ پويان رشڪ ڪن ۽ اي الله! محمد ﷺ ۽ سندس آل تي رحمت نازل فرماءِ جيئن تو ابراهيم عليه السلام ۽ آل ابراهيم تي رحمت نازل فرمائي بيشڪ تون ساراهيل بزرگيءَ وارو آهين ۽ محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي برڪت نازل فرمائي، بيشڪ تون ساراهيل بزرگيءَ وارو آهين.“

ان درود شريف جي برڪت سان درود پڙهندڙ کي حضرت محمد ﷺ جي مقربين (ويجهن) ۾ شامل ڪيو ويندو ۽ ڪيس ايترو ثواب عطا ٿيندو جو سمورا جن ۽ انسان ان کي ڳڻڻ چاهن ته ڳڻي نه سگهن ۽ جذهن فرشتا ان درود شريف کي نبي ﷺ جي خدمت ۾ پيش ڪندا ته حضور ﷺ درود پڙهندڙ تي سلام چوندا ۽ الله پاڪ کان به ان لاءِ سلامتي چاهيندا.

(١٧١. (١٩

”شفاء“ ۾ حضرت حسن بصري رحه کان نقل ڪيو آهي ته حضور ﷺ جي خاص ماڻهن مان جيڪو شخص هي گهري ته پوري پريل نمتار پيالي سان شربت نوش ڪري ته انکي گهرجي ته هنن لفظن سان درود شريف پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَاَوْلَادِهٖ وَاَزْوَاجِهٖ وَذُرِّيَّاتِهٖ وَاَهْلِ بَيْتِهٖ وَاَصْهَارِهٖ وَاَنْصَارِهٖ وَاَشْيَاعِهٖ وَمُحِبِّيْهِ وَاُمَّتِهٖ، وَعَلَيْنَا اَجْمَعِيْنَ.

”اي الله! محمد ﷺ ۽ سندس آل تي ۽ سندس اصحاب تي ۽ سندس اولاد تي، ۽ سندس گهروارين تي ۽

سندس ذريت (اولاد) تي ۽ سندس اهل بيت تي ۽
سندس سھرن تي ۽ سندس مددگارن تي ۽ سندس
پيروڪارن تي ۽ سندن حبدارن تي ۽ سندس امت تي
رحمت نازل فرماءِ ۽ اسان سڀني تي بہ !"
١٧٢. (٢٠)

"شفاء السقام" ۾ ابو الحسن يحيٰ مطلبي رح کان روايت ڪئي آهي ۽ ان بنان اصفهاني کان روايت ڪئي آهي ان چيو تہ مون سچ پچ حضور ﷺ جي زيارت ڪئي ۽ عرض ڪيو، اي الله جا رسول ﷺ ! محمد بن ادريس شافعي رحہ اوهانجي چاچي جو فرزند آهي اوهان انکي ڪو فائدو رسايو؟ فرمايائون، "ها، مون الله پاڪ کي درخواست ڪئي تہ ڪانئس حساب نہ ورتو وڃي"، مون عرض ڪيو تہ ان مهربانيءَ جو ڪهڙو سبب هو! فرمايائون، "هو مون تي اهڙو درود پڙهندو هو جيڪو ڪنهن بہ نہ پڙهيو آهي، " عرض ڪيم اي الله جا رسول ﷺ اهو درود ڪهڙو آهي؟ فرمايائون اهي لفظ هي آهن:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كُلَّمَا ذَكَرَهُ الذَّاكِرُوْنَ. وَكُلَّمَا غَفَلَ عَنْ ذِكْرِهِ الْغَافِلُوْنَ.

"اي الله! محمد صلى الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ جڏهن ڪيس ياد ڪندڙ ياد ڪن ۽ جڏهن انجي ياد کان غافل غفلت ڪن."

انهيءَ جي موافق اهو قصو آهي جيڪو ابراهيم بن اسماعيل مزني رحہ کان منقول آهي، اهو چوي ٿو تہ مون امام شافعي رحہ کي خواب ۾ ڏٺو پڇيم تہ الله تعاليٰ تو سان ڇا ڪيو؟ فرمايائين تہ بخشي ڇڏيائين ۽ حڪم ڏنائين تہ مون کي عزت ۽ احترام سان بهشت ۾ وٺي وڃن جيئن گهوٽ کي سواري تي ويهاري وٺي ويندا آهن، ان درود جي برڪت سان جيڪو مون پنهنجي ڪتاب "الرسالہ" ۾ لکيو هو ۽ ان مطابق مون

درود پڙهندو رهندو هوس، پوءِ تي اهوئي درود شريف ٻڌايائين جيڪو مٿي ذڪر ٿيل آهي.

١٧٣. (٢١)

"شفاء السقام" ۾ اقيس کان نقل ڪيو ويو آهي ته مون امام ابو موسیٰ المصري رحه (جيڪو چيف قاضي ۽ پنهنجي دور جو وڏي مرتبي وارو بزرگ هو) وٽ ويٺو هوس ته شيخ ابوبڪر شبلي رحه ان مجلس ۾ آيو. امام ابو موسیٰ رحه اٿي بيٺو، ڪيس ڀاڪر پاتائين ۽ سندس ٻن ڀرون جي وچ ۾ چمي ڏنائين، مون چيو ته اوهان ته ان جي تمام گهڻي عزت افزائي ڪئي جڏهن بغداد وارن جو خيال آهي ته هيءُ شخص چريو آهي. پوءِ ڇا جي ڪري اوهان انجي بي حد عزت ڪئي، امام فرمايو ته آءٌ ان سان اهوئي ڪيم جنهن جو مون پاڻ سڳورن ﷺ کان مشاهدو ڪيو هو، مون عرض ڪيو ته اهو ڪيئن؟ فرمايائين ته مون خواب ۾ رسول الله صلي الله عليه وسلم جي زيارت ڪئي، پاڻ سڳورا ﷺ هڪ جڳهه تي ويٺل هئا ۽ گهڻائي اڪابر خدمت ۾ حاضر هئا. اوچتي حضرت شبلي رحه ان محفل ۾ حاضر ٿيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ ڏانهن رخ ڪيائين ته حضور ﷺ اٿيا، ڪيس ڀاڪر پاتائون ۽ سندس ٻنهي اکين جي وچ ۾ چمي ڏنائون. مون عرض ڪيو اي الله جا رسول ﷺ اوهان شبلي رحه سان هي عنايت فرمايو ٿا؟ فرمايائون، "هائو ڇو ته هي شخص هر نماز کان پوءِ هي آيت سڳوري پڙهندو هو (لقد جاء کم رسول من انفسکم) سورة جي آخر تائين) ان کان بعد مون تي درود شريف هنن لفظن سان پڙهندو هو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ مِّلَاُ السَّمٰوٰتِ وَمِلَاُ الْاَرْضِ وَمِلَاُ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ.

"اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جنهن سان آسمان زمين ۽ عرش عظيم ڀرجي وڃي."

ف: چوندا آهن ته ان درود شريف جي پڙهڻ ڪي آسمان، زمين ۽

عرش عظيم جيترو ثواب ملي ٿو.

۱۷۴. (۲۲)

رياض المذكورين ۾ عبدالرحمن بصري رحه کان منقول آهي ته جڏهن حضرت خلاد بن ڪثير رحه جو انتقال ٿيو ته انجي وهاڻي جي هيٺيان هڪ رقعو (لکيل پنو) مليو، جنهن تي لکيل هو:

"هٰذ برائت من السعير لخلاد بن كثير"

"هي خلاد بن ڪثير لاء دوزخ کان آزادي جو پروانو آهي" انجي گهروارن کان پڇيو ويو ته ان جو ڪهڙو عمل هو، جنهن جي ڪري ان لاء هي عزت جو پروانو جاري ٿيو؟ ان جي گهر واري چيو ته اهو جمعي جي ڏينهن هزار ڀيرا درود شريف پڙهندو رهندو هو ۽ چوندو هو ته اهوئي درود دوزخ کان منهنجي ڇٽڻ جو ڪارڻ ٿيندو. پڇيو ويو ته ڪهڙو درود شريف پڙهندو هو، ٻڌايائين ته هي پڙهندو هو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَسَلِّمْ.

"اي الله! محمد ﷺ نبي امي تي رحمت نازل فرماء ۽ سندس آل تي ۽ سلام نازل فرماء."

۱۷۵. (۲۳)

احياء العلوم ۾ امام غزالي رحه نقل ڪيو آهي ته جيڪو شخص جمع جي ڏينهن سؤ ڀيرا هي درود پڙهي اهو شخص حضور ﷺ جي شفاعت جو مستحق ٿيندو ۽ بيشڪ حضور ﷺ انکي شفاعت جي ذريعي دوزخ جي ڪڏن مان آزادي ڏياري جنت جي درجن ۾ پهچائيندو.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ صَلَاةً تَكُوْنُ لَكَ رِضًا وَّلِحَقِّهٖ اَدَاءً، وَّاَعْطِهِ الْوَسِيْلَةَ وَالْمَقَامَ الْمَحْمُوْدَ الَّذِيْ وَعَدْتَّهٗ، وَاجْزِهٖ عَنَّا اَفْضَلَ مَا جَزَيْتَ نَبِيًّا عَنْ اُمَّتِهٖ، وَصَلِّ عَلٰى جَمِيْعِ اِخْوَانِهٖ مِنَ

النَّبِيِّينَ وَالصَّالِحِينَ، يَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِينَ.

"اي الله! محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جيڪا تنهنجي رضا حاصل ڪندڙ هجي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جو حق ادا ڪندڙ هجي ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن کي وسيلو ۽ مقام محمود عطا فرماءِ جنهن جو تو ان سان وعدو فرمايو آهي ۽ اسانجي طرف کان پاڻ سڳورن ﷺ کي بدلو ڏي ان کان بهتر بدلو جو تو عطا ڪيو ڪنهن نبي کي سندس امت طرفان ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي سمورن ڀائرن يعني نبين تي رحمت نازل فرماءِ نيڪ ماڻهن تي، اي سڀ کان وڌيڪ رحم ڪرڻ وارا."

١٧٦. (٢۴)

صلواة ثمانيه: جيڪا نجباءِ، يعني ڀاڳ وارن ماڻهن ڏانهن منسوب آهي، هي بزرگ هر زماني ۾ ستن جي تعداد ۾ رهيا آهن گهٽ وڌ نه ٿيندا آهن. انهن نجيبن حضرت ابراهيم بن ادهم رحه کي ان درود شريف جي هڪ هڪ جملي جي تعليم ڏني هئي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ عَدَدَ مَا خَلَقْتَ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ مِلْأَ مَا خَلَقْتَ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ عَدَدَ كُلِّ شَيْءٍ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ مِلْأَ كُلِّ شَيْءٍ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ عَدَدَ مَا اَحْصَاهُ كِتَابُكَ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ مِلْأَ مَا اَحْصَاهُ كِتَابُكَ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ عَدَدَ مَا اَحَاطَ بِهٖ عِلْمُكَ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ مِلْأَ مَا اَحَاطَ بِهٖ عِلْمُكَ.

”اي الله! محمد ﷺ ۽ سندس آل تي پنهنجي خلقيل
شين جي تعداد جيتري رحمت نازل فرماءِ. اي الله!
محمد ﷺ ۽ سندس آل تي پنهنجي پيدا ڪيل شين
جيتري پريل رحمت نازل فرماءِ. اي الله! محمد ﷺ ۽
سندس آل تي هر شيءِ جي تعداد جيتري رحمت نازل
فرماءِ، اي الله! محمد ﷺ ۽ سندس آل تي هر شيءِ
جي پرپ جيتري رحمت ناززل فرماءِ. اي الله! محمد
ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي انهن شين جي تعداد مطابق
رحمت نازل فرماءِ جيڪي تنهنجي ڪتاب ۾ ڄاڻايل
آهن، اي الله محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي انهن شين
جي پرپ جيتري رحمت نازل فرماءِ جيڪي تنهنجي
ڪتاب بيان ڪيون آهن، اي الله! محمد ﷺ ۽ آل
محمد ﷺ ۽ آل محمد ﷺ تي انهن شين جي تعداد
جيتري رحمت نازل فرماءِ جيڪي تنهنجي علم ۾ آهن،
اي الله! محمد ﷺ ۽ سندس آل تي انهن شين جي پرپ
جيتري رحمت نازل فرماءِ جيڪي تنهنجي ڄاڻ ۾ آهن. “

منقول آهي تہ حضرت سلطان ابراهيم بن ادهم رحہ باقي عمر ۾ ان
درود شريف پڙهڻ جي پابندي ڪئي ۽ عمود الدين فقيه رحہ شيخ محمد
خضروي مقرئي ڪان هي درود شريف اهڙيءَ طرح ٻڌو جيئن متي لکيو
ويو آهي.

۱۷۷۔ (۲۵)

شيخ المشائخ سعدالدين حموي رحہ ڪان منقول آهي تہ جيڪو
شخص حضور ﷺ تي هن طرح درود موڪلي اهو شخص دنيا مان ايمان
سان لاڏاڻو ڪندو ۽ قيامت جي ڏينهن ايمان سان اٿندو.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ مُّطْلِقِ عَنَانِ الْاِيْمَانِ فِىْ مَيْدَانِ

الإِحْسَانِ ، وَمُرْسِلِ رِيَاحِ الْكَرَمِ إِلَى رَوْضِ الْجِنَانِ ، وَعَلَى آلِ مُحَمَّدٍ وَسَلِّمْ.

"اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيڪي
ايمان جي واڳ ڇڏڻ وارا آهن احسان جي ميدان ۾ ۽
ڪرم جون هوائون موڪلڻ وارا آهن جنت جي باغن
۾ ۽ محمد ﷺ جي آل تي، ۽ سلام نازل فرماءِ"
١٧٨. (٢٦)

حضرت شيخ قدس سره هي به نقل ڪرن ٿا ته جيڪڏهن ڪو
شخص شيطان جي وسوسي ۽ نفس جي دوکي جي نقصان کان بچڻ
گهري ته هميشه هي درود شريف پڙهي؛

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى آلِ مُحَمَّدٍ مُفَرِّقِ فِرَقِ الْكُفْرِ وَالطُّغْيَانِ ، وَمُشَتِّتِ بِغَايَةِ جُيُوْشِ الْقَرِيْنِ وَالشَّيْطَانِ ، وَعَلٰى آلِ مُحَمَّدٍ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ.

"اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيڪي
ڪفر ۽ سرڪشي جي فرقن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ
وارا آهن ۽ شيطان جي لشڪر کي مشرڪ ڪرڻ وارا
آهن ۽ محمد ﷺ جي آل تي به ۽ برڪت نازل فرماءِ ۽
سلام نازل فرماءِ."
اهو شخص شيطان جي شر ۽ انجي وسوسن کان
محفوظ ۽ امان ۾ رهندو.
١٧٩. (٢٧)

پڻ حضرت شيخ رحه کان صحيح نقل ڪرڻ سان ثابت آهي ته
جيڪو شخص حضور ﷺ تي هن نموني درود شريف موڪلي اهو ڪنهن
ظالم جي هٿ ۾ هرگز گرفتار نه ٿيندو، الله تعاليٰ انکي محتاجي ۽
تنگدستي کان محفوظ رکندو ۽ حضرت شيخ رحه جي اولاد مان ڪن
کان ٻڌو ويو آهي ته حضرت شيخ کي لکيو لڳ مٿيان ٽيئي درود ڪشف

۾ ڏيکاريا ويا.

(١٧٩)

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ صَاحِبِ الْفَرْقِ وَالْفُرْقَانِ ، وَ جَامِعِ الْوَرَقِ وَمُنْزِلِهٖ مِنْ سَمَاءِ الْقُرْاٰنِ ، وَعَلٰى اٰلِ مُحَمَّدٍ وَّسَلِّمْ.

”اي الله! اسانجي سائينءَ محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيڪو صحيح ۽ غلط جي وچ ۾ فرق ڪرڻ وارو، حق ۽ باطل جي وچ ۾ فيصلي ڪرڻ وارو، قرآن جي ورقن کي گڏائيندڙ ۽ انکي قرآن جي آسمان کان لاهيندڙ آهي ۽ محمد ﷺ جي آل تي به ۽ سلام نازل فرماءِ“

١٨٠ - (٢٨)

حضرت مصنف رحہ هتي هڪ درود شريف شيخ رشيد الدين جي حوالي سان نقل ڪيو آهي ۽ ان ۾ هڪ قصو بہ ذڪر ڪيو آهي، مگر عبارت اڌوهي کاڌل آهي، ان لاءِ ان جو ترجمو ممڪن نہ هو البتہ درود شريف جا لفظ محفوظ هئا جيڪي هيٺيان آهن:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِىْ عَرَصَاتِ الْقِيَامَةِ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ حِيْنَ تَقُوْمُ السَّاعَةُ الطَّامَّةُ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ صَلَاةً مُّخَلِّصَةً عَنِ الْمَلَامَةِ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ صَلَاةً مُّبَلِّغَةً اِلَى السَّلَامَةِ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ صَلَاةً فَائِضَةً عَلٰى اَهْلِ الْكَرَامَةِ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِىْ كُلِّ حِيْنٍ وَّ اٰوَانٍ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِىْ كُلِّ زَمَانٍ وَّمَكَانٍ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِىْ كُلِّ لِسَانٍ وَّجِنَانٍ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ عِنْدَ ظُهُوْرِ كُلِّ حِكْمَةٍ وَّ بَيَانٍ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ صَاحِبِ

الْكِتَابِ الْعَزِيْزِ وَحَامِلِ الْفُرْقَانِ الْمَجِيْدِ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ صَلَاةً جَامِعَةً بَيْنَ سِرِّ كُنْ وَكَانَ، وَصَلِّ عَلٰى جَمِيْعِ اِخْوَانِهٖ مِنَ النَّبِيِّيْنَ وَالصِّدِّيْقِيْنَ وَالشُّهَدَاءِ وَالصَّالِحِيْنَ، اَهْلِ الْقِبْلَةِ وَالْاِيْمَانِ، وَالْكِتَابِ وَالْمِيْزَانِ، يَا حَنَّانُ يَا مَنَّانُ. وَاغْفِرْ لِاُمَّةِ نَبِيِّكَ وَحَبِيْبِكَ مُحَمَّدٍ عَلَيْهِ الصَّلَاةُ وَالسَّلَامُ، وَاَسْكِنْهُمْ اَعْلَى الْجِنَانِ، وَاَحْسِنْ اِلَيْهِمْ يَا وَلِيَّ الْاِحْسَانِ، وَاَدْخِلْهُمْ بِرَحْمَتِكَ فِي الرِّضَا وَالرِّضْوَانِ، وَالرَّحْمَةِ وَالْغُفْرَانِ، وَاَعِذْهُمْ مِنَ الشَّيْطَانِ وَالنِّيْرَانِ، بِرَحْمَتِكَ يَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ.

اي الله! محمد صلي الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ قيامت جي ميدانن ۾، اي الله! محمد صلى الله عليه وسلم تي رحمت نازل فرماءِ جڏهن عام مصيبت جي گهڙي (يعني قيامت) قائم ٿئي، اي الله محمد صلى الله عليه وسلم تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جيڪا ملامت کان ڇڏائڻ واري هجي، اي الله! محمد صلى الله عليه وسلم تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جيڪا سلامتيءَ تائين پهچائڻ واري هجي. اي الله! محمد صلى الله عليه وسلم تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جنهن جو فيض برڪت هجي عزت وارن تي، اي الله! محمد ﷺ تي هر وقت ۽ هر زماني ۾ رحمت نازل فرماءِ، اي الله محمد ﷺ تي هر زبان ۽ هر دل کان رحمت نازل فرماءِ، اي الله محمد صلي الله عليه وسلم تي هر دانائيءَ ۽ حڪمت ظاهر ٿيڻ وقت رحمت نازل فرماءِ،

"اي الله! محمد ﷺ تي رحمت نازل فرماءِ جيڪو پياري ڪتاب جو صاحب آهي، جيڪو فرقان مجيد جو ڪندڙ آهي. اي الله! محمد ﷺ تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جيڪا ڪن فيڪون جي راز جي جامع هجي ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن جي سمورن پائرن يعني نبين، صديقن، شهيدن ۽ نيڪ ﭘانهن تي رحمت نازل فرماءِ جيڪي قبلي ۽ ايمان وارا، ڪتاب ۽ ترازو وارا آهن. اي شفقت ڪندڙ، اي احسان ڪندڙ، ۽ پنهنجي پيغمبر ۽ پنهنجي حبيب محمد صلى الله عليه وسلم جي امت کي بخش فرماءِ ۽ کين جنت ۾ جاءِ فرماءِ ۽ احسان فرماءِ، اي احسان جا مالڪ ۽ ان کي پنهنجي رحمت سان رضا ۽ رضامندي ۽ رحمت ۽ بخشش ۾ داخل فرماءِ ۽ ان کي پناهه ڏي شيطان کان ۽ دوزخ کان اي ارحم الراحمين."

ف: ان درود شريف جو حاجتن پيش ڪرڻ وقت پڙهڻ دعا جي قبوليت جو ڪارڻ آهي ۽ ڏڪ جي موقع تي پڙهڻ آفتن کان نجات جو سبب آهي، گهڻن بزرگن تجربو ڪيو آهي ۽ ان جي فائدن جو مشاهدو فرمايو آهي:

١٨١ـ (٢٩)

منهنجو استاد ۽ مخدوم سلطان المفسرين برهان المذڪورين قدوه التقوىٰ والدين فرمائي ٿو ته حضرت شيخ هڪ رات انهيءَ ڪيفيت ۾ هو جيڪا مذڪور آهي، حضور ﷺ جي زيارت تي ۽ پاڻ ڪريم ﷺ درود شريف جا ڇهه جملا انکي هِجي ڪري ياد ڪرايا.

شيخ انهن جملن کي پڙهي رهيو هو، ٿورڙي فرصت لاءِ عرض ڪيائين ته انهن جملن کي ياد ڪري پڙهي سگهي، اوچتي هڪ پڙهندڙ پڙهڻ شروع ڪيو ۽ انهيءَ درود شريف کي سوز ۽ گداز سان پڙهيائين. حضرت شيخ کي حيرت ٿي، انهي وقت مؤذن شيخ جي خدمت ۾ حاضر

تيو ۽ چيائين تہ حيرت ۽ تعجب نہ ڪيو. جنهن وقت حضور ﷺ هي درود شريف اوهان کي ياد ڪرائي رهيا هئا مون ٻڌي ياد ڪري ورتو ۽ اهو درود شريف هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ صَلَاةً مَّقْرُوْنَةً بِذِكْرِهٖ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ صَلَاةً جَامِعَةً بَيْنَ فَرَحِهٖ وَسُرُوْرِهٖ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ صَلَاةً مُّحِيْطَةً بِطَوْرِهٖ وَصَوْرِهٖ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ صَلَاةً مُّنَوِّرَةً لِّقُلُوْبِ اَصْحٰبِ صُدُوْرِهٖ ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ صَلَاةً شَارِحَةً لِّمَنْقُوْحِهٖ فِىْ مَسْطُوْرِهٖ ، وَصَلِّ عَلٰى جَمِيْعِ اِخْوَانِهٖ مِنَ الْاَنْبِيَاءِ وَالْاَوْلِيَاءِ بِعَدَدِ عُبُوْرِهٖ وَمُرُوْرِهٖ ، بَيْنَ الْمَاءِ وَطُهُوْرِهٖ ، وَالنُّوْرِ وَظُهُوْرِهٖ ، وَالْحَقِّ اَمُوْرِهٖ ـ

”اي الله! محمد ﷺ تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جيڪا انجي ذڪر سان ڳنڍيل هجي، اي الله! محمد ﷺ تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جيڪا پاڻ سڳورن ﷺ جي فرحت ۽ خوشي کي گڏ ڪندڙ هجي، اي الله! محمد ﷺ تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جيڪا سندن سمورن حالتن ۽ ڪيفيتن کي وڪوڙيندڙ هجي. اي الله محمد ﷺ تي اهڙو درود موڪل جيڪو پڙهندڙن جي دلين کي روشن ڪري، اي الله محمد ﷺ تي اهڙي رحمت نازل فرماءِ جيڪا پاڻ سڳورن ﷺ جي باطني ڪمالن کي سندس منهن مبارڪ جي تحرير ۾ ظاهر ڪندڙ هجي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي سمورن ڀائرن تي رحمت نازل فرماءِ يعني نبين ۽ ولين تي پاڻ ڪريم ﷺ

جن جي عبور ڪرڻ ۽ گذرڻ جي تعداد جيتري پاڻي ۽
ان جي پاڪائي جي وچ ۾ نور ۽ انجي ظهور جي وچ
۾، حق ۽ انجي معاملن جي وچ ۾."

ف: -ان درود شريف جون خاصيتون ۽ فائدا گهڻائي آهن خصوصاً دلين کي ڇڪڻ ۽ دلين ۾ قبوليت کي وڌائڻ، بادشاهن، اميرن، وزيرن ۽ وڏن اختيار ۽ اقتدار وارن سان ملاقات وقت ان جو تجربو ثابت ٿي چڪو آهي.

١٨٢-(٣٠)

شيخ حاجي سڪرت رحہ جيڪو شيخ رڪن الدين علاءالدوله سمناني قدس سره جو خليفو هو ان کان منقول آهي تہ مون خواب ۾ حضور ﷺ جي زيارت ڪئي ۽ عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ اوهان تي درود ڪيئن موڪليان؟ فرمايائين هينئن چوندو ڪر:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ بِعَدَدِ كُلِّ ذِكْرِهٖ اَلْفَ اَلْفِ مَرَّةٍ.

"اي الله محمدﷺ تي رحمت نازل فرماءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي ذڪر جي تعداد جيتري، ڏهہ لک ڀيرا."
(تمام گهڻي) هي درود شريف پڙهندين تہ گويا مون تي سمورا درود موڪلي ڇڏيئہ.

١٨٣. (٣١)

شيخ محقق زين الدين علي ڪلال قدس سره فرمائي ٿو تہ جيڪو شخص هي گهري تہ سڀني مخلوق جا درود دنيا جي آغاز کان اڄ تائين ۽ اڄ کان آخر تائين حضور ﷺ تي موڪلي انکي گهرجي تہ هنن لفظن سان درود شريف پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَسَلِّمْ فِى الْاَوَّلِيْنَ، وَصَلِّ عَلٰى

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّآلِهٖ وَسَلِّمْ فِي الْاٰخِرِيْنَ ، وَصَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّآلِهٖ وَسَلِّمْ فِي الْمَلَاءِ الْاَعْلٰى اِلٰى يَوْمِ الدِّيْنِ۔

”اي الله! اسانجي سائين محمد ﷺ ۽ سندس آل تي پهرين ۾ رحمت نازل فرماءِ ۽ اسانجي آقا محمد ﷺ ۽ سندس آل تي پوين ۾ رحمت نازل فرماءِ ۽ اسانجي سائين محمد ﷺ ۽ سندس آل تي قيامت تائين سلاء الاعلىٰ ۾ رحمت نازل فرماءِ.“

۱۸۴۔ (۳۲)

شيخ الاسلام ابو العباس بوني روح الله روحہ فرمايو تہ جيڪو شخص ڏينهن ۽ رات ۾ ٽي ٽي ڀيرا هي درود موڪلي ان گويا ڏينهن رات جي سمورن وقتن ۾ درود موڪليو:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِيْ اَوَّلِ كَلَامِنَا ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِيْ اَوْسَطِ كَلَامِنَا ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ فِيْ اٰخِرِ كَلَامِنَا۔

”اي الله! محمد ﷺ تي اسانجي گفتگو جي منڍ ۾، وچ ۾، ۽ پڇاڙي ۾ رحمت نازل فرماءِ.“

(۳۳ نمبر جي عبارت اڌوهي کاڌل آهي)

۱۸۵. (۳۴)

حافظ ابو الحسين علي بن محمود الشاذي رحہ فرمايو تہ مون شيخ المشائخ ابو عبدالله الحسين خواني جي خدمت ۾ پهچي عرض ڪيو تہ مون کي اهڙي درود شريف جي تلقين ڪريو جنهن جي لفظن ۽ معنىٰ کان فائدو حاصل ڪريان ۽ دنيا ۽ آخرت ۾ ان جي برڪتن سان طاقت حاصل ڪريان، فرمايائين قرآن ياد اٿيئي؟ عرض ڪيم ها، فرمايائين جڏهن پنهنجو وظيفو پورو ڪرين تہ هن درود سان اختتام ڪندو ڪر:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰی سَیِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلِّمْ بِعَدَدِ مَا فِیْ جَمِیْعِ الْقُرْاٰنِ حَرْفًا حَرْفًا وَّ بِعَدَدِ كُلِّ حَرْفٍ اَلْفًا اَلْفًا۔

"اي الله اسانجي سائين سردار محمد ﷺ ۽ سندس آل تي ۽ سندس اصحاب تي رحمت ۽ سلام نازل فرماءِ، قرآن مجيد جي سمورن حرفن جي تعداد جيتري ۽ هر حرف جي بدلي هزار هزار ڀيرا."

١٨٦. (٣٥)

نقل ڪري ٿو تہ هڪ شخص غازي سلطان محمود غزنوي بن سبڪتگين جي خدمت ۾ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ وڏي مدت کان تمنا هئي تہ خواب ۾ حضور ﷺ جي زيارت ٿئي جيڪو غم دل ۾ رکندو هوس، انهي غمگين دل سان چوان ٿو تہ سڄي رات مون اک نہ کولي آءٌ خواب ۾ هوس تہ دولت بيدار اچي پهتي سعادت واري قدير مدد ڪئي، اڄ رات جو زيارت نصيب ٿي، حضور ﷺ جو جمال چوڏهين جي چنڊ ۽ ليلة القدر جي روح وانگر نظر آيو جڏهن حضور ﷺ کي خوشي جي حالت ۾ ڏٺم تہ عرض ڪيم هزار درهم مون تي قرض آهي، ۽ انجي ادا ڪرڻ تي قادر نہ آهيان، انديشو آهي تہ اجل اچي وڃي، جان جان آفرين جي حوالي ڪري ڇڏيان ۽ قرض جو بار منهنجي گردن تي رهجي وڃي حضور ﷺ ارشاد فرمايو تہ، "محمود سبڪتگين وٽ وڃ ۽ ان کان ايتري رقم وٺ"، عرض ڪيم اي سيد البشر ﷺ! تي سگهي ٿو اهو مون تي اعتبار نہ ڪري ۽ مون کان نشاني گهري، فرمايائون، "ان کي هي نشان ٻڌاءِ تہ رات جي مهڙ ۾ جڏهن تون وهاڻي تي پنهنجو مٿو رکندو آهين تہ ٽيهہ هزار ڀيرا مون تي درود موڪليندو آهين ۽ رات جي پڇاڙي ۾ جڏهن جاڳندو آهين تہ ٽي هزار ڀيرا وري درود موڪليندو آهين منهنجو قرض ادا ڪر،" جڏهن بادشاهہ وٽ حضور ﷺ جو پيغام پهتو تہ

بادشاھ روئڻ لڳو ان شخص جي تصديق ڪيائين، انجو قرض ادا ڪيائين ۽ هزار درهم وڏيڪ بہ عنايت ڪيائين، حڪومت جا اراڪين عجب ۾ پئجي ويا چوڻ لڳا اي بادشاھ ان شخص هڪ ناممڪن ڳالھ چئي ۽ اوهان انکي سچو سمجهيو، حالانک اسان رات جي منڍ ۽ رات جي پڇاڙي ۾ اوهان سان گڏ هوندا آهيون اسان تہ ڪڏهن نہ ڏٺو آهي تہ اوهان درود شريف جو اهو وظيفو ڪيو هجي ۽ جيڪڏهن ڪو شخص درود پڙهڻ ۾ مشغول ٿي وڃي ۽ ايتري ڪوشش ڪري جنهن ڪان وڌيڪ تصور بہ نہ ٿو ٿي سگهي تڏهن بہ ڏينهن رات جي سمورن وقتن ۾ سٺ هزار ڪان وڌيڪ درود شريف پڙهي نہ ٿو سگهي.

(هتي مصنف رحمت الله عليہ جي نسخي جو صفحہ نمبر ٦٢ ختم ٿيو. اڳيان صفحا غائب آهن. ان ڪري چاليهن جو عدد بہ پورو نہ ٿيو ۽ ٣٥ نمبر جو قصو بہ وچ ۾ رهجي ويو)

الحمد لله ١٥/ رجب المرجب ١٤١٥ھ جي رات جو ساڍي ڏهين بجي ترجمي جي ڪم ڪان واند ڪائي ٿي، اي الله محض پنهنجي لطف ۽ عنايت سان انکي قبول فرماء ۽ انکي پنهنجي ۽ پنهنجي حبيب صلي الله عليه وسلم جي رضا جو سبب بڻاء، اي الله! پنهنجي ڪمزور ترين، روءِ سياه ٻانهي کي پنهنجي لطف ۽ احسان سان، گنهگارن جي شفادار جي طفيلي سهڻي خاتمي، نبوي شفاعت ۽ حساب ڪانسواء مغفرت جي دولت سان سرفراز فرماء.

رَبِّ اغْفِرْلِيْ وَلِوَالِدَيَّ وَلِلْمُؤْمِنِيْنَ يَوْمَ يَقُوْمُ الْحِسَابُ، بِرَحْمَتِكَ يَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ.

سُبْحَانَكَ اللّٰهُمَّ وَبِحَمْدِكَ، اَشْهَدُ اَنْ لَّا اِلٰهَ اِلَّا اَنْتَ اَسْتَغْفِرُكَ وَاَتُوْبُ اِلَيْكَ، سُبْحَانَ رَبِّكَ رَبِّ الْعِزَّةِ عَمَّا يَصِفُوْنَ. وَسَلَامٌ عَلَى الْمُرْسَلِيْنَ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ.

# سيرت النبي ﷺ تي ڇپايل ڪتاب

| ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|
| ☆ سهڻو سردار ﷺ | انجنيئر عبدالمالڪ | 30/= |
| ☆ سچو سرواڻ ﷺ | غلام مصطفيٰ مشتاق | 48/= |
| ☆ سچو سرور ﷺ | مولانا محمد عبدالحئي | 40/= |
| ☆ رهبر اعظم ﷺ | سيد گل محمد شاهه بخاري | 40/= |
| ☆ مٺو محبوب ﷺ (قارين جي نظر ۾) | دادا سنڌي | 32/= |
| ☆ محمد رسول الله ﷺ | رحيم بخش "قمر" لاڪو | 56/= |
| ☆ مٺو مرسل ﷺ ۽ ٻارڙا | عبدالحفيظ ٻجاراڻي | 30/= |
| ☆ قوت العاشقين | مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحه / ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 48/= |
| ☆ سيرت رسول ﷺ (قرآن جي آئيني ۾) | سيد گل محمد شاهه | (زيرطبع) |
| ☆ بذل القوة في حوادث سنن النبوة | مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحه / پروفيسر اسرار احمد علوي | (زيرطبع) |